منهنجي حياتي منهنجو نياپو-VII




پروفيسر تيجو مل ڪرمچند شهاڻي
انعام شيخ

ڪتاب جو نالو: منهنجي حياتي، منهنجو نياپو - VII "جون آف آرڪ"
پروفيسر تيجو مل هوتچند شهاڻي
انعام شيخ
موضوع: جيون ڪٿا
تعداد: هڪ هزار
ڇاپو: پهريون - مارچ، 2006ع
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: احمد سولنگي
ڇپيندڙ: ٽي آر ڊي پبليڪيشنز، حيدرآباد
قيمت: -/15 روپيا



Muhinji Hayati Muhinjo Niyapo-VII "Joan of Arc"
[My Life, My Message- VII Joan of Arc]
by
Professor Tejoomal Hotchand Shahani
Inaam Shaikh
First edition: March, 2006
Computer Layout: Ahmed Solangi
Publisher : TRD Publicatins, Hyderabad.

**Rs: 15/-**

# فهرست


پہ اکر 4
ظفر جوٹيجو

جيني: فرانس جي ناري 5
پروفيسر تيجو مل ڪرمچند شهاڻي

جون آف آرڪ 32
انعام شيخ

# ٻه اکر

هر ڪتاب ۽ واقعو هر ماڻهوءَ تي مختلف اثر ڇڏي ٿو. ڇو ته هر شخص جي تربيت ۽ تعليم مختلف ٿئي ٿي. ان ڪانسواءِ هر فرد جو نه صرف شخصي لاڙو، ترجيحون ۽ خواب مختلف آهن. پر منزل ماڻڻ لاءِ رستن - راهن جي چونڊ به جدا جدا آهي. ان ڪري ساڳو ڪتاب مختلف ماڻهن تي ڌار ڌار - گهرا، وچٿرا ۽ هلڪا اثر ڇڏي ٿو. اهڙي طرح هن ڪتاب جا اثر به سڀني پڙهندڙن تي يڪسان نه ٿيندا. ان بنياد تي اسين ڪنهن خوشفهمي ۾ نه آهيون، ته هي ڪتاب هر پڙهندڙ جي من ۾ پنهنجي وطن لاءِ ساڳيا جذبا ۽ ويچار پيدا ڪندو، جيڪي هن ڪتاب جي ڪردار "جون آف آرڪ" جا پنهنجي ديس فرانس لاءِ هئا.

سنڌ ۾ جون آف آرڪ جو تعارف، جيئني "جون آف آرڪ فرانس جي ناري" جي عنوان سان 1915ع ۾ سنڌي ساهت سوسائٽي، حيدرآباد ڪرايو هو. انهي ڪتاب جو مصنف پروفيسر تيجو مل ڪرمچند شهاڻي هو. اهو ڪتاب سنڌي ساهت سوسائٽيءَ پاران آر. ڄي آڏواڻيءَ، "اسٽينبرڊ پرنٽنگ ورڪس"، مان شايع ڪري پڌرو ڪيو هو. ياد رهي ته هن سوسائٽيءَ پاران هڪ ماهوار رسالو شايع ڪيو ويندو هو ۽ هر رسالي ۾ تاريخ جي نامور شخصيتن جون جيون ڪهاڻيون ۽ ويچار شايع ٿيندا هئا.

سنڌي ساهت سوسائٽيءَ پاران شايع ٿيندڙ ماهوار رسالي جي جنوري مهيني 1915ع ۾ "جون آف آرڪ" جي جيون ڪهاڻي شايع ٿي، پر اهو رسالو ساڳي سوسائٽيءَ پاران 1914ع کان شايع ٿيندو پئي آيو. هتي هڪ ڳالهه واضح ڪجي ته سنڌي ساهت سوسائٽي جي انهيءَ ڪوشش ڪانپوءِ ڪيتري عرصي تائين "جون آف آرڪ" جي حوالي سان ماٺار رهي. حالانڪ، هيڪڙ ٻيڪڙ اياز جي نثر ۽ علي بابا جي ڪچهرين ۾ "جون آف آرڪ" جو ذڪر ٿيندو رهيو يا نيم سياسي ۽ ادبي گروپ هڪ محدود دائري ۾ گڏجي "جون آف آرڪ" تي ٺهيل فلمون ڏسي بحث مباحثو ڪندا هئا. پر پوءِ ڪجھ عرصي بعد، 1996ع منهنجي دوست انعام شيخ پنهنجو ڪتاب "سوچ جو سفر" ترتيب ڏنو، جنهن هن دنيا جي عظيم انسانن جا خاڪا مختلف ماخذن تان ترجمو ڪري سهيڙيا. محترم انعام شيخ اهي خاڪا سنڌيءَ ۾ پيش ڪري چئو ته سنڌ جي نوجوانن اڳيان پنهنجي ديس لاءِ ڪجھ ڪرڻ ۽ ڪجھ تي ڏيکارڻ لاءِ واٽون ڏسيون هجن! سندس انهيءَ ڪتاب ۾ "جون آف آرڪ" جو خاڪو سرِ فهرست آهي. مان سمجهان ٿو ته انهي ڪتاب ذريعي 1915ع ڪانپوءِ ٻيهريون دفعو "جون آف آرڪ" جو ڀيرائتو ٿيو تعارف آهي.

عورتن جي عالمي ڏينهن جي نسبت سان "ٽي آر ڊي" طرفان "جون آف آرڪ" جي حياتيءَ تي ڪتاب آڻڻ جو مقصد هي آهي ته پڙهندڙ پروڙين ته ڪيئن پندرهين صديءَ جي فرانس جي هڪ ناريءَ پنهنجي "دل جو آواز ٻڌو" ۽ اهو ڪجھ ڪري ڏيکاريو، جو اڄ فرانس نه پر پوري دنيا سندس مٿان ناز ڪري ٿي. مختلف وقتن اسان سڀني جي دلين تي ڪيترائي دفعا ديس جي درد دستڪ ڏني هوندي، پر اسان جي "مهر نڳل دلين" ڪڏهن انهيءَ دستڪ تي پنهنجي بند دلين جا دروازا کوليا نه آهن!

هن ڪتاب جو اهو ئي نياپو آهي. ته پنهنجي "دل جي آواز" کي ورنايو. سڏ ورنائڻ لاءِ وقت ۽ عمر جي ڪوبه قيد ڪونهي. جيڪڏهن ڪا شيءِ گهربل آهي، ته هڪ ٻاجهاري شخصيت، ديس جو درد محسوس ڪندڙ دل ۽ هڪ خواب.....!

ظفر جوڻيجو
ڊائريڪٽر

**پنڌرهين** صديءَ جي ڳالھ آهي. يورپ ۾ انگلنڊ ۽ فرانس ملڪن جي وچ ۾ ويڙهيون ڪن ايامن لاڪر هلنديون هيون، جن ۾ اڪثري انگلنڊ نهايت غالب پوندو هو. تنهن وقت فرانس ۾ بستگئي جو گهڻو حال ڪون هو، ويتر سنہ 392ع کان وني اتي جي بادشاھ چارلس ڇهين کي جو سودائيءَ جو مرض اچي لڳو، تنهن تہ هيڪاري ملڪ کي ڊانوان ڊول ڪري ڇڏيو. حڪمرانيءَ جو ڪم وڃي پيو سندس بدچال ۽ زرتاڪائو راڻيءَ آئسبيلا جي هٿ، تنهن شهزادن، وزيرن ۽ اميرن ۾ اهڙا نفاق وجهي ڇڏيا جو نہ ڪنهن جو هڪ ٻي ۾ ايمان ٻجهي سگهي، نڪو ڪو ڪنهن جو ملڪ لاءِ هڏ ڪرڪي. سڀڪو آپي خاني ۽ ائين پيو پائين تہ پنهنجي ڳنڍ پختي ڪري، عام بي بندوبستيءَ جو وجھ وٺي خوب ڦرلٽ ڪريان. نيٺ ڪنهن پلڪ بادشاھ کي بہ سنئين سمجھ اچي ويئي ۽ راڄ جو ڪم پٽ ڪوهيل راڻيءَ کان ڇڏائي هڪڙي پنهنجي مشهور تعبيدار راڻي ڊيوڪ آف برگنڊي جي حوالي ڪيائين، جنهن جي رياست جي رونق عالم آشڪار هئي، جنهن کان هرڪو امير ڪُو ڪائيندو هو ۽ جنهن جي دل جي همٿ ڪري کيس "بي ڊپو جان" ڪري ڪوٺيندا هئا. تنهن تي راڻي آئسبيلا ڊيوڪ آف آرلينس ۽ ٻيا پنهنجا طرفدار ساڻ ڪري هن جوڏي سان خوب جنگ جوٽي، پر برگنڊي هنن کي هٽائي ملڪ جو ڳچ حصو امن امان ۾ رکيو ۽ ماڻهن تان جو ڊڄن جي ڪشش گهٽائي ڇڏيائين، سو پئرس ۽ اوسي پاسي وارا تہ خوشي ۾ گد

گد تي مٿانس ٻلهار پيا ويندا هئا. تنهن هوندي به ٻه طرفيءَ ڪري ملڪ کي ڏاڍا ڏک ڏوجهرا رسيا. نيٺ لاچار ٿي ويچاري ڊيوڪ آف برگنڊيءَ پنهنجي پاڙيسري انگلنڊ جي بادشاهه هينري چوٿين کي عرض ڪيو ته اچي ملڪ ۾ ڪو نار وجهه. تنهن سندس مدد لاءِ ٿوري فوج موڪلي پر وڏيڪ خيال ڪون ڏنائين. هينري چوٿين جي مئي پڄاڻان، پٽس هينري پنجون سنه 1414ع ۾ انگلنڊ جي تخت تي آيو، سو ويڙهه جو هو ڪوڏيو. فرانس ۾ نفاق ڏسي خود اُنهيءَ ملڪ جي گاديءَ تي پنهنجي ڪن قصابن واري باطل اباڻي دعويٰ رکڻ لڳو. سندس پڇڙات هو ڪون ڪو، سو مشهور ايڊن ڪور واري لڙائيءَ ۾ فرينچن کي سخت شڪست ڏيئي خود پئرس تي ڪاهي آيو. جتي سنه 1512ع ۾ ساڻس صلح جو عهدنامو ٿيو. جنهن موجب چارلس ڇهين جي ڌي سان شادي ڪيائين ۽ بادشاهه چارلس جي مئي ڪان پوءِ فرانس جو تخت نشين ٿيڻو هو. انهيءَ حالت ۾ ملڪ جو ولي عهد جنهنکي ڊافن جو خطاب مليل هو، تخت ڪان ريٽجي ويو. منجهس به مڙسي گهٽي ڪان هئي. ڊچڻو، سست، پرمتيو، ڪڏهن ڪنهنجو ڪڏهن ڪنهنجو، همٿ هاري بورجز شهر ڏانهن اُٿي پڳو. بهادر "بي ڊيي جان" سان سندس ملاقات ٿي ته ڪي ٻئي ٻٽ تي ملڪ هينريءَ ڪان ڪسي پنهنجي قبضي ڪريون. پر ڪن ڪارو ڪبرن اوباشن جي چئي لڳي ويچاري برگنڊيءَ جي امير کي لڪ چوريءَ ختم ڪرائي ڇڏيائين. تنهن تي باهه تنهنائين وڌيڪ دکي. جان جو وڏو پٽ فلپ جو هينئر پيءُ جي جائداد جو وارث ٿي ڊيوڪ آف برگنڊي سڏجڻ ۾ آيو سو وڃي انگريزن سان شامل ٿيو. ڇي قيام نه انهيءَ ڊوهيءَ کي فرانس جو تخت ماڻڻ ڏيان. سال بن اندر هينري پنجين توڙي خفخاني چارلس ڇهين کي اجل نهوڙي ويو، تنهن تي هينريءَ جي نائين مهيني جي مؤسوم پٽ کي هينري ڇهون ڪري انگلنڊ ۽ فرانس جو بادشاهه مقرر ڪيائين. هوڏي وري ڊافن کي ويا هڪ ٻي پٺيان جنگين ۾ جيتيندا، تان جو سنه 1329ع ۾ اچي آرلينس جي مشهور قلعي تي ڪاهه ڪيائين، هاڻي حالت اهڙي اچي بڻي، جو جي اهو قلعو ٿو انگريزن جي هٿ چڙهي، ته جڻ فرانس ٿو آڻ مڃي.

ويڙهه جي ڪشاڪش کان شال ڏٺي رکي وني! دوزخ جا عذاب به انهيءَ کان وڌيڪ سخت ڪين هوندا. ويچاري فرانس کي زبون ڪري ڇڏيائين. ماڻهن جي مصيبتن جو پيانڪ بيان ٿو پڙهجي ته لڱئي ڪانڊارجو وڃن. چون ٿا ته ڏڪر اهڙو اچي زور رکيو، جو ان نالي کي نه ليي. نانواين جي هٽن تي زالن جي پيڙ لڳي پئي هوندي هئي ته ڪو ٽڪر روٽيءَ جو ڳنهي اچي بک ۾ پاهه ٽيلن ٻارن ٻچن کي کارايون، پر اڪثري ويچاريون نراس ٿي موٽي ايندڀون هيون. ڏينهن رات ننڍڙا مؤسوم ٻالڪ گهٽين ۾ پيا رڙندا هئا ته "ڪو ٽڪر ماني جو ڏيو". ڪڏهن ته بک وچون اهڙا نبل ٿي پوندا هئا، جو دانهن ڪوڪ ڪرڻ جي به شڪتي کانه رهندي هئن. ڪئين دفعا شهر جي ڪن ڪچري جي ڍڳن تي اچي ميڙ ڪندا هئا ته من اُتان ڪي ميوي جون کلون هٿ اچنئون، جي چوسي تن کي تسلي ڏيون. هيڏي عام ماڻهن جو هي حال، ته هوڏي ڊفن پنهنجي اميرن امرائن سان باغن بستانن ۾ راڳ روپ، شراب نوشي ۽ ناچ بازيءَ ۾ محو ٿي ڪوبه خيال ڪونه ڪيو ته ملڪ ڪيئن ڏتڙبو پيو وڃي يا دشمن ڪيئن اهڙو غالب پوندو پيو وڃي جو ستنئي بيهڻ جي به جاءِ ڪانه ملندي.

اها هئي فرانس ديس جي اوستا جڏهن سندس چوٽڪاري لاءِ هڪ عجيب اسرار اچي پرگهٽ ٿيو. ميوز نديءَ جي ڪپ تي وڻن جي جهڳٽن وچ ۾ سبزئي سان ڍڪيل هڪڙو ڳوٺڙو هو، جنهن کي ڊامريمي ڪري چوندا هئا. اُتي جئڪس ڊي آرڪ نالي ياڳئي مالدار ڪرمئي جي گهر ۾ سن 1412ع جي ڇهين جنوري جيئني نالي هڪڙي ڪنيا ڄائي هئي. ڇوڪريءَ جي ٻي ماءُ ۾ ڀڳتي ڀاءُ ۽ ڌرمي سکيا جو چڱو ورتارو هو ۽ دنيوي وهنوار ۾ به مجيءَ مانيءَ وارا هئا. نينگر تي به ننڍپڻ کان وني چڱا اثر پوڻ لڳا ۽ جيتوڻيڪ ٻين ٻارن جيان راند روند ۽ ڪم ڪاج ۾ رلي ملي پئي هوندي هئي ته به بعضي بعضي اوچتو ئي اوچتو ٿٻئي ۾ پئجي ويندي هئي ۽ ڏاڍي خيال ۾ آسمان ڏانهن پيئي نهاربندي هئي، چڻ ته ڪي اتي جا اسرار ويني ڏسي. ايڪانت سان البت دل هوندي هيس ۽ اڪيا ٻارهن ورهين جي مس هئي ته پنهنجي سر اڪيلي گهاٽن ٻيلن ۾، جبلن جي ماٿرين ۾ يا چوٽين تي، ازين

قسم بين اوجهڙ پاسن ۾ رمتي رهندي هئي. مائٽ چوندا هئس " اتي جنن پوتن جو واسو آهي، ڪهڙي خبر ڪو لڳ جو حساب نہ ٿي پوئي". پر جيئن عمر ويس وڌندي تيئن گوشہ نشيني ڏانهن بہ رغبت ويس وڌندي، ڇا جو دپ ڇا جو ڊاءُ. ٻيءُ جي ڏٽن سان ڏاڍي دل لڳي ويس ۽ اهي ساڻ ڪڙي نڪري پوندي هئي چراگاهن ۾، پوءِ ٻهرن جا ٻهر هڪڙي ئي هنڌ ڊاہو ڪري خوب غور ۾ پئجي ويندي هئي. ڪاڏي ٻيتي جي گهرج ئي ڪان پوندي هيس ۽ وقت ٿاٽي جو بہ سماءُ ڪونہ رهندو هوس. ڳوٺ جا ٻيا ريڊار ڪائنس ڪُوڪائيندا هئا. چون ٿا تہ هڪ لڳا ڪنهن واگهڻ اچي پاڙبسريءَ جي ڏڻ ۾ واڇٽ ڪيو. روز بہ چار ڪن گهليو ويندي هئي پر ڪنهن کي همٽ نہ ٿي جو سامهون پئيس. نيٺ جيئني چوڏهين ورهين جي نينگر اهڙي گوڙ ڪري اچي مٿان ڪڙڪيس، جو رڳو هنجي ڏني ئي واگهڻ جو اڌ ساهہ تہ نڪري ويو، باقي اڌ هڪڙي ڏک سان ڪڍي ڇڏيائينس. پلا سمون تہ ڏسجي ڪهڙو هو. ملڪ سڄو ٿي ويو هو يغما يغما. جيڏانهن وڃ تيڏانهن وائي رڳي ويڙهہ جي ورلاپن جي. ڪئين ماڻهن جا گهر بار ڇٽ ٿي ويا هئا سي ويچارا دربدر ٿي اچي انهيءَ ننڍڙي ڳوٺ ۾ بہ ٿي نڪتا. پوءِ جو لڙائي جي پيانڪ وارتائن ۾ اچي پوندا هئا، سي ننڍڙي جيئني بڌي زار زار لڙڪ ڳاڙيندي هئي. اوڏي مهل جو ڪهڪاهہ تہ سيڪنهن کي ٿيندو هو پر هن سريشٽ (اُتم) ناريءَ کي انئي پهر چتونا هئي تہ ڪيئن منهنجي مٺي جنم ڀوميءَ تان هي ڏرت ٽري. وري جو بعضي ڏسندي هئي تہ دشمن جو لشڪر سندن ڀنيون ٻارا لتاڙيو، فصل چٽ ڪيو ڇڏي، سو تنهائين جوش جاڳندو هوس ۽ ڪئين دفعا ڏسڻ ۾ ايندو هو تہ خيالن ۾ پئجي ڳاڙهي ڳاڙهي لعل ٿي ويندي هئي. "جن کي عشق عميق جو سي خلوت خيالي". ننڍڙي هوندي ڪان وني سچي سائين جي پريم ۾ پرپور هئي ۽ مائٽن مٽن، جيڏين سرتين ڪان پاڻ ڇڏائي وڃي ايڪانت ۾ جڳت جننئي سان دل وندرائيندي هئي. هينئر جا ديس جي اوسر ويلا جي نئي چڙ سيني ۾ جاڳيس تنهن پاڻ سندس دل پنهنجي صاحب ڏانهن زور سان ڇڪيس ۽ داور جي درگاهہ ۾ اهو ئي سوال هوندو هوس تہ "منهنجي ديس جا بند خلاص ڪر". سندس چوڻ

آهي تہ "آءٌ جڏهن اٽڪل تيرهين ورهين جي هيس، تڏهن پهريون گهمرو آڪاش واڻيءَ جو ڪن تي پڙلاءُ پيم. اونهارو هو، منجهند جو وڳڙو هو ۽ آءٌ اڪيلي بابي جي باغ م سماڌيءَ ۾ ويٺي هيس. چرڪ ماري اڪيون پٽيم تہ پريان ديول جي ساڄي پاسي کان آڪاش ۾ جوت جو ليڪو ڏٺم ۽ هي اکر ڪن تي پيم: "جيئني، سچي سياڻي جيئني، سديو سلڇڻي رهجاءِ. ياءُ پڳتي هٿان نہ ڇڏجاءِ، ديس جي اڌار جو ڪو سوچ رکجاءِ." اهي شبد ٻڌي آءٌ دهلجي ويس. آهستي آهستي پرجهم پيم تہ سائين سڳوري جي مون تي مهر آهي ۽ امالڪ اهو پرن ڪيم تہ وس پڄندي ڪنواري ڪنيا رهي پنهنجي ست ۾ رهنديس". بس انهيءَ ڪانپوءِ چار يا پنج سال برابر آڪاش واڻين جي ڌن پيئي پوندي هيس. هفتو ئي خالي ڪونہ هوندو هو، جنهن ۾ ہہ يا ٽي گهمرا اهي آنند ڏيندڙ آواز نہ ٻڌندي هئي. سنتن جا درشن ٿيندا هوس، ملائڪن جا ميڙ اچي مڙندا هوس، جي ڏسي گد گد ٿي ويندي هئي. چويٽي تہ "ائين صاف شڪل ڏسندي هئي سان جيئن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڏسجي ۽ پوءِ جڏهن موڪلائڻ جي ڪندا هئا، تڏهن اچي روئڻ ۾ ڇتڪندي هيس ۽ چوندي هئي سان تہ ساڻ وني هلوم".

سنہ 1428ع جي آڪٽوبر مهيني ۾ انگريزن ڊيوڪ آف برگنڊي جي مدد سان آرلينس جي قلعي تي گهيرو ڪيو ۽ فرينچن کي ڏاڍو سوڙهو ڪري گهٽيائون. ويچارا فرينچ پنهنجي ڏافن واسطي سر قربان ڪرڻ لاءِ تيار، پر هڪڙو شڪستن ڪري ڇڏيو هون بزدل، ٻيو منجهن ضابطو ہہ ڪنهن قسم جو هو ڪونہ. نڪا ڪا ٻاهران مدد اچڻ جي اميد هين، سو اهڙا ٻي همت ٿي پيا جو ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ لڳا اندر قلعي جي قوت واسطي ڪا "هيرنگ" مڇي ماري آيا هئا. اچا ديوار وٽ ئي ڪين پهتا تہ ڪا انگريز فوج "هر هر" ڪري اچي مٿان پين. ويچارا ٻي همت ٿي ٻچ پائي اٿي ڀڳا ۽ سڀ مڇي ميدان ۾ ڦٽي ڪري ويا، جنهن ڪري انهيءَ لڙائي جو تواريخ ۾ نالو آهي "هيرنگ جي جنگ." بس سيڪنهن ائين ٻي پانيون تہ هاڻ وڏيڪ ڏافن جو ڇاڙهو ڪونهي. قلعو ہہ ڇاڻ ڪربو، تہ ملڪ سارو ہہ تنهن سان ويو دشمن جي ور. انهيءَ پير ۾ جڏهن ديس جون سڀ راهون ويون بند

ٿي، تڏهن اسانجي نبل ناريءَ جيئنيءَ تي آڪاش واڻين اچي زور رکيو تہ ديس جي ڇوٽڪاري جو ڪم تون وجي ڪر. جي"توري پنڌ تي ڊافن جو هڪڙو مهندار رابرٽ باڊريڪور نالي اٿيئي تنهن وٽ وڃ ۽ ڪانئس ڪي سپاهي وٺي گهڙي پوءِ ميدان ۾ ۽ آرلينس جي قلعي جو وڃي تدارڪ ڪر". تنهن تي نمرتا سان وراڻي ڏنائين " آءٌ غريب مسڪين ربدار زال ماڻهو ۽ نہ ڄاڻان گهوڙي سواري، نہ تير اندازي، نہ شمشيربازي، آءٌ ڪيئن ڪنديس لشڪر جي مهنداري"؟ نيٺ هڪڙي ڏينهن جڳت جننيءَ جو جوتي سروپ درشن ٿيس ۽ انهيءَ جو حڪم مليس تہ پرميشور جي اها گهر آهي تہ تون ابلا استري اهي عجيب کيل وڃي ڪري ڏيکارين. تنهنتي نيٺ نهراءُ ڪيائين تہ گهڙي پوان انهيءَ درياه ۾. جي اها پڪ نہ هجيس ها تہ ايشوري آگيا آهي جا تي انگيڪار ڪريان تہ هوند سڙهہ سڙهہ جيڏا داٿا ٿيڻ قبول ڪري ها پر اهڙي جوکائتي ڪم ۾ هٿ نہ وجهي ها. ڪيڏي سندس ڳوٺ ڊامريمي، ڪيڏي ڊافن جي رهڻ جو محلات! برابر چار سو پنجاهہ ميلن جو مفاصلو، جو سڄو يا تہ دشمن جي قبضي ۾ يا تہ ڌاڙيلن جي ٽولين جي حوالي! اهو سٽ ۽ سلامتيءَ سان لنگهي وڃڻ آسانيءَ جو ڪم نہ هو. رابرٽ باڊريڪو بہ ٻارهان ميل پري. پر جي ڪري بہ انهيءَ وٽ سلامتيءَ سان وڃي پهچي تہ پوءِ ڪهڙي پڪ آهي جو مٿس ويساهہ ڪري ويندو ۽ ماڻهن ڇيٽن جي مدد ڪندس؟ دل ۾ گهڻيئي اڌما اٿيس، گهڻو ئي ٻڏي تري، نيٺ هڪڙو ڳوناٺو لوهر ساڻ ڪري لنگهي ويئي رابرٽ وٽ ۽ وڃي چيائينس تہ "خدا وٽان الهام مليو اٿم تہ فرانس ملڪ جو وڃي ڇوٽڪارو ڪر". بس رابرٽ جو اهو ٻڌڻ ۽ اهڙو زور سان کل ۾ اچي ڇنڪڻ، جو ڇت جون ڪمانون ئي اچي ڌڏڻ لڳيون. گهڻيئي سخن ڳالهائي هٿاياڻينس پٺتي، چي "نڪر نہ تہ چرين جي اسپتال ۾ تو داخل ڪرائينءَ"

ويچاري گهٽ ٻوسات ۾ ويئي وري ڳوٺ موٽي. ماڻهن جي هاسي بہ سر تي کنيائين ۽ مائٽن جا طعنا تنڪا ۽ موچڙا بہ پي صبر ۾ سنائين. پر "لڳي جن لوڙي ڏونگر سي ڏورين" ڳوٺ ۾ ڏينهن ڏينهن ورهيہ ٿي ٿي پيس. ڪجهہ نہ منو لڳيس. مائٽن گهٽائي جهلي پر هيءَ ڪين پلي.

"نڪا جهول جهليس، نہ تانگهو نہ تار ڪنهن،
ڏمر ڏهاٽي ڪيترو، ٿو پر ۾ پليس،
تان تان جيءُ جليس، ملي جا نہ ميهار کي"

جيئني جو ميهار من نار هو پنهنجي جنم ڀومئي جو اُڌار! انهي مقصد کي پهچڻ بنان پنهنجي زندگي اجائي ٿي سمجهائين. سو وري نئي سر وجهہ وٺي 12 جنوري 1429ع ۾ ڊامريمي ڳوٺ مان ٻاهر نڪتي. پر هنيئر اڳو پوءِ موڪلائي توڪلائي پير ڪنيائين. اها وهڪڙي، اها سبزي، اهي باغ، اُهي چراگاهہ، اها ڦولواڙي، اها پکين جي لات، اهي چشما، اهي ڏڻ ۽ سڀني سان "آسرو نامہ جو" ڪري نڪتي.

غريب ڳوناٺا ڏندا ڦٽا ڪري وڏي ڀاري ڪم تي ڪمر ڪشي هلي. مائٽن کان موڪل ورتائين تہ ڪي ڏينهن وئڪولر ڳوٺ ۾ وڃي ٿي ماسيءَ وٽ هوا بدلائڻ لاءِ رهان. انهن بہ ائين ڪونہ ٿي سمجهو تہ ڪا تن ۾ اهڙي تار لڳل اٿس جو سچ پچ جهنگ جهاڳي وڃين ويڙهہ جي ميدان ۾ پوندي. تن وسهي ڪٽي موڪل ڏنيس. بس، هاڻ جو گهر کان ٻاهر نڪتي سو آرلينس جي قلعي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ خيال ۾ وهيس ئي ڪين! اتي جا ٻچي پنڌ پڇيائين ۽ واٽون تڪيائين. اُتي ويٺي ساس ساس، اهائي سائينءَ کي وينتي هوندي هيس تہ ڪا واهہ پڄامہ جو وڃين ڊافن کي همٿائي ڪاهي پوان آرلينس جي چوٽڪاري تي. سندس آراڌنا مٿين درگاهہ ۾ قبول پيئي. اوچتو ميز نالي 27 ورهين جو جوان، جو اصل سندس ڳوٺائي هو، گڏجي ويس. فرانس ۽ ڊافن واسطي انهيءَ جو بہ ڏاڍو ٿي هڏ ڪرڪيو، سو ڏاڍي اڪير سان اچي چيائينس " اَدي، تون هتي ڇا ويٺي ڪرين؟ بس پل اسانجو بادشاهہ ڏڪجي وڃي ۽ اسين وڃي ڌارين دشمن جا غلام ٿيون؟" ترت وراٺي ڏنائين "منهنجا ڦٽ ٿو ڦوڙين؟ مون تہ گهڻو ئي سنڌرو ٻڌو. بادشاهہ جي مهندار رابرٽ وٽ بہ ويس پر خيال ئي ڪون ڏنائيم. تنهن هوندي بہ مهيني اندر ضرور وڃي پياري ڊافن اڳيان سيس نوائينديس. مون کان سواءِ ڪوبہ بني بشر، راجا رنڪ، امير يا سردار منهنجي بادشاهہ ۽ منهنجي ملڪ جو نيتارو ڪون ڪري سگهندو. جيتوڻيڪ آهيان بہ رڳو هڪ نبل ناري، جنهن

جي منهن تي ئي اهو ڪم نٿو پوي ۽ جا جيڪر خوشيءَ سان پنهنجي گهر جننئي جي پر ۾ ويهي ڪپڙا گنديون سبي پر لاچار آهيان. هي فرض ضرور پورو ڪرڻو اٿم. ڪيئن جو منهنجي پرڀوءَ جي اها گهر آهي." ميز تنهنتي پڇيس " تہ اهو تنهنجو پربو ڪير آهي؟" چيائين "منهنجو پربو آهي پورن پرميشور، جو سڀ جو سائين آهي" تنهن تي دک پريل دل سان خوشيءَ ۾ اکين ۾ پاڻي جواب ڏنائينس "تڏهين آءٌ ميز توکي اي سريشٽ ۽ پوتر ناري، هٿ هٿ ۾ ڏيئي انجام ٿو ڪريان تہ سڳوري سائينءَ جي سهائتا سان آءٌ توکي بادشاهہ وٽ وٺي ويندس. هاڻ ٻڌاءِ تہ ڪڏهن هلندينءَ؟! ترت چيائين " تہ جي اڄ ٿي سگهي تہ سڀاڻي تي چو وڃهون." بس ٿئي تيا تيار! هن جوان جي چوڻ تي جيئنيءَ زناني پوشاڪ ڦٽي ڪري مردانا ڪپڙا ڪيا. ايتري ۾ لورين جي رئيس ڪي سڏ پئجي ويئي تہ هڪڙي ڪنيا اٿي آهي، جا ٿي ملڪ کي دشمن کان ڇڏائڻ جي هام هڻي.



پنهنجا ٻہ سوار موڪليائين تہ وٺي اچوس نئنسي شهر ۾. اهي ٻہ پڇائيندا اچي اتي نڪتا. رابرٽ بادريڪور ٻہ اها خبر سڻي گهڻو مريو، پوءِ پاڻ پنهنجي خرچ سان هڪڙو عمدو گهوڙو ۽ سوار جي پوري پوشاڪ آڻي جيئنيءَ جي حوالي ڪيائين. پوءِ ڪيس ترار هٿ ۾ ڏيئي چيائينس "شل خدا سوڀارو ڪريئي." ماڻهن جا حشام اچي مڙيا. سڀڻ سندس پيا وار وار چونس تہ "نہ وڃ، نہ وڃ، رستو سڄو دشمن جي فوج سان ڀريو پيو آهي" پر اڳي جيئن ڳوٺ ۾ ڪنهن پيڻ کي چيو هئائين تہ "مونکي ديس جي ڇوٽڪاري لاءِ ويڙهہ ۾ وڃڻ جي اهڙي اُٿ تڻ آهي، جهڙي ڪنهن ڏهين مهيني پيٽ واري زال کي، تہ ڪٿي بار ڄميم تہ ڇٽان؟" سو هينئر ٻہ ڏادي

سڪ سان چيائين. "رستو منهنجي لاءِ صاف ٿيو پيو آهي. ڏٺي سڀورو ساڻ اٿم، جو ستر ڪندو ڪم سندم تہ سڦلو ٿئي منهنجو جنم". پوءِ تہ نما شام جي ٽاڻي انهن ٻن سوارن ۽ ميز سان گڏجي نڪري ٿي نروار.

"سڪندين کي سيد چوي، ڪين جهليدو جهنگ

، رات جنهين جو رنگ، الاسي اڪارئين"

1429 سنہ جي 23 فيبروري، جيئنيءَ انهي باري سورمتا جي سڏ تي رواني ٿي. اتي هوند پڙهندڙ پڇي تہ هن ڪنيا جيَ شڪل شبيہ، ڊول شول ڪهڙو هو. انهن ڏينهن جا انگريز ماڻهو سندس قاتل دشمن لکيجڻ کپن، ڪيئن جو انهنکي اڏائي ڪڍڻ جي سندس مراد هئي. انهن دشمنن جي لکئي موجب تہ جيئني بلڪل سندر روپ هئي. شيڪسپيئر جي هينري ڇهين واري ناٽڪ ۾ ائين ڏيکاريل آهي تہ اصل ڪاري، ڏمڪيل لڙاتيل ٽامٽي رنگ جي هئي پر پوءِ جڏهن جڳت جننئي جو پرڪاش مٿس پيو، تڏهين سندس منهن جو اهو تجلو ڪيائين، جهڙو چندرمان جو. ٻي هڪڙي آرلينس جي گهيري جي وارتا جهوني ناٽڪ ۾ ڏنل آهي " تہ منا سندس ٻول، سهڻا سندس ڪارج، مک ۾ ڪمل ۽ گلاب جو ميلاپ" گهڻني ڪتابن مان ثابتي ملي ٿي تہ مهاندو ڏاڍو روپونت ۽ ٻولائتو هوس، منهن جو چهرو سدا ڪليل، ٽڙيل مکڙيءَ جهڙو، وار ڪارا جهڙا پٽنور، پر ٻين سورمن وانگي ڪيترا ڪپيل، اکيون جان تان شمربون ۽ رنگ صاف پرالبت زردو، بت ۾ قداور ۽ بيهڪ نهايت رونقدار، تندرستي سندس واه جي! جاڪوڙڻ ڪڍڻ لاءِ تہ پاهوڙي هئي. مجال آهي جو ڪوبہ وِيرتن کي تسئي ڏيڻ ۾ ڪانئس گوءِ کٽي وڃي! هڪ واري زرهہ پهري گهوڙي تي چڙهي تلوار هٿ ۾ ڪيائين سهين پوءِ پلي لهي اچي ڪوبہ شيرمرد، اوس زمين پرڪريو پيو هوندو. هيڏي سندس سورمتا هئڙي، تہ وري نمرتا جي بہ کاڻ هئي. ڇا زبان جو جس، ڇا پاءُ پريل دل، پٿر بہ موم ڪيو وجهي! ڳوناٽي ريدار ۾ ايترا مڙيئي گڻ ڪٿان آيا؟ اوس اها اوچتي ڏنل سائينءَ جي ذات ليکبي.

وات تي ڪنهن بہ قسم جو ڊپ ڊاءُ ڪونہ ٿيس. بارديڪور سندس همراهن کان سنهہ کٽايو هو تہ رستي تي سندس راکو ٿجو، سهي سلامتيءَ

وجي بادشاهه وٽ وارد ڪجوس. انهن پنهنجو واعدو رکيو. ڀلا جنهن جو روپ ساڪيات ديويءَ جو تنهنجي ڏني ڪهڙي انسان کي بد نيت جو خيال اٿندو؟ ڪيترن ڏينهن جي سواريءَ ڏانهوءِ جيئنيءَ ڪنهن ڳوٺ مان خط لکائي ڊافن ڏانهن روانو ڪيو تہ "مونکي اجازت ڏيو تہ توهانکي پنهنجي چنون شهر واري محلات ۾ اچي ڳڏجان. ڪيئن جو 450 ميل ڪهي ٿي اچي اوهانجي فائدي جو ذڪر ڪريان." انهيءَ مضمون ۾ شايد اهو بہ اشارو ڪيائين تہ "پاڻهي اچي اوهان کي سيني سردارن ۽ اميرن جي وچ ۾ سڃاڻنديس". چنون ۾ نيٺ اچي پهتي ۽ ڪنهن نانوائيءَ جي دڪان تان ڪائي هلي محلات ڏانهن.



پر اندر وڃڻ جي موڪل يڪدم نہ مليس. ڊافن کي سندس خط ڪونہ پهتو هو تنهن، عجب ۾ پئي پڇا ڪرائي تہ ڪير آهي ۽ ڇو ٿي اچڻ گهري. جواب موڪليائين تہ " اهو هوند تيسين ڪين ٻڌايان ها جيسين حضور ۾ حاضر نہ آهيان، پر جڏهن لاچار آهي، تڏهن ايترو چوان ٿي تہ آئي آهيان آرلينس جو ڇوٽڪارو ڪرڻ ۽ بادشاهہ سڳوري جي ريمس شهر ۾ تاجپوشي ڪرائڻ". شاهي مجلس ويچار ۾ پئجي ويئي تہ هن انسان کي بادشاهہ سان ملاقاتي ٿيڻ ڏجي يا نہ. ڪي ڪيئن چون ڪي ڪيئن. نيٺ هڪڙو موقعو ٺهرايو ويو ۽ هڪڙو رئيس جيئني کي اندر وٺي آيو. ديوان خاص سڄو درٻارين سان ڀريل هو، ٿي سؤ رئيس اتي حاضر هئا ۽ پنجاهہ ڏياٽين ۽ شمعن جي تجلي ڪري سارو ڪمرو سورج وانگي پيو ٻهڪيو. آئي هئي اونڌهہ مان پر تنهن هوندي بہ هيڏي دٻدٻي ۽ تجمل ڏني ڪو ڌهنجي

ڪو نہ ويئي. اهي رئيس، اها رومي رونق بلڪل ساڌارن بات ڪري سمجهائين، جڻ تہ ڳوٺ جي ڪنهن چراگاهہ ۾ پنهنجي ڌڻ جي وچ ۾ بيٺي آهي. هڪڙي حاضر نشين سردار جو بيان ڪيل آهي تہ "ڊافن پاڻ واجبي ڪپڙا ڍڪي بين عام رئيسن جهڙو ٿي بيٺو ۽ پنهنجي جاءِ تي هڪڙي معزز امير کي شاهاڻا ڪپڙا ڍڪائي ڪري وچ ۾ بيهاريائين. هن ديويءَ ڏاڍي گنڀيرائي ۽ نزاڪت سان پير پير ۾ ڪري اڳتي وڌي اچي انهيءَ سردار کي چيو تہ اها حد بي حيائي آهي جو جنهن جاءِ جو انسان لائق نہ هجي، اها جاءِ چرچي ۾ بہ پنهنجي ڪري. ائين چئي وڌي ويئي ڊافن وٽ ۽ انهيءَ اڳيان ڪنڌ جهڪائي چيائينس "نهايت شاندار شاهہ ڊافن، ڌڻي تعاليٰ مونکي تنهنجي ۽ تنهنجي ديس جي مدد لاءِ موڪليو آهي" تنهنتي ڊافن خوشيءَ ۾ پرچي کيس پاسيرو ڪري ساڻس ڳالهيون ڪرڻ لڳو. جينيءَ جو چوڻ آهي تہ "گهڻيئي مونکان سوال پڇائين. چوي تہ آءٌ توتي ڪيئن اعتبار ڪريان. نيٺ جڏهن سندس ڳجهہ کيس ظاهر ڪري ڏنم، تڏهن مڙس جا ڇيهہ ئي ڇڄي ويا". اهي ڳجهہ ڪهڙا هئا؟ ويچاري ڊافن کي اندر جي جهوري اهڙو نهوڙي نيون هو، جو پڪ ئي نہ اچيس تہ آءٌ برابر پنهنجي بادشاهہ پيءُ جو اولاد آهيان. ماءُ جا ڪرتوت ڏنا هئائين برا، سو جڏهن دشمن جي اهڙي پير اچي مٿس پيئي جو هينئر ويو تہ اصل وڃڻ کي. تڏهن ويس پڪ ڄمندي تہ منهنجي جم ۾ ڪا خرابي آهي. سو پاڻمرادو چوڻ لڳيس تہ منهنجي سرور سائين سڳوري مونکي اها سنڌ ڏني آهي تہ تون فرانس جي تخت جو حقي وارث آهين ۽ مرحوم بادشاهہ جو برابر سچو تخم آهين." بس اهو ٻڌي، ڊافن تہ سندس ٻانهو بنجي ويو. خدا جو رسول ڪري ٿي مڃائينس. جيئني جڏهن ڏنو تہ ڊافن کي پنهنجو ڪيو اٿم، تڏهن شروع ڪيائين پنهنجون آزيون نيزيون تہ لشڪر ساڻ ڪري وڃي آرلينس جا بند خلاص ڪريان. چي "سائين سڳوري مدو ڏنو اٿم رڳو اٽڪل سال کن جو. جنهن ۾ ڀاري ڪرامت جڙا ڪم ڪري ڏيکارڻا اٿم. اوهين هتي لنبيون لنبيون مجلسون ڪري اجاين بحثن مباحثن ۾ پيا وقت وڃايو." گهڻو ئي رنائين ۽ رڙباين پر ڳچ ڏينهن گذري ويا، جي ڪري سندس عرض قبول پوي. نيٺ هڪڙي

ڏينهن ڊافن، سندس ٻن وڏن معزز ۽ معتبر وزيرن ۽ جيئني کنهن خاص ڪمري ۾ گڏجي نهراءُ ڪيو تہ نڪري ٿجي دشمن جي سامهون. چون ٿا تہ انهي وقت ڏاڍي ڀاو سان پرجي ڊافن کي بادشاهي ڪمائڻ بنسبت نصيحت ڏني اٿس، سا هوند سونن اکرن ۾ اکري سڀ ڪنهن شاهي ڪچهريءَ ۾ ٽنگي ڇڏجي. چي" ملڪ جي بادشاهي توکي مٿين بادشاهہ وٽان فقط امانت طور ملي آهي. جنهن امانت جي توکي نهايت حفاظت ڪرڻي آهي. جيئن اهو پروردگار پنهنجي ساري مخلوقات جي بهبوديءَ واسطي هميشہ شب و روز بيدار آهي تيئن تون بہ پنهنجي رعيت جو خيال رک. ائين نہ ٿئي جو جڏهن حساب جي صفائي ٿيڻ جو وقت اچي تڏهن انهيءَ سڳوري امانت ۾ ڪا خيانت ڏسڻ ۾ اچي. رحمدل ٿي رهج، پيش پيل دشمن کي معافي ڏج، غريب جي پرورش ڪج ۽ عام ماڻهن کي تعليم جي وسيلي اندر جي سوجهري ڏيڻ ۾ پوئتي نہ پئج." اهي سندس وچن جرمن توڙي اٽلين ٻولين ۾ بہ درج ٿيل آهن.



چنون شهر مان روانو ڪيائونس پائيٽرس. جتي تن ڏينهن ۾ فرانس جو مکيہ مدرسو هو. اُتي وڏن پادرين ۽ پروفيسرن جيئنيءَ جو خوب امتحان ورتو. ڏرمي سکيا جي پروفيسر سيڪئن ڪئين سوالن سان ڦتڪائي نيٺ پڇيس "تنهنجو ڏڻي تعالى ۾ اعتبار آهي." جواب ڏنائينس "اوهانکان وڌيڪ محڪم اعتبار اٿم". تنهنتي سيڪئن صاحب چيو "پر ڏڻي سڳورو اسانکي نٿو چوي تہ تو ۾ تيسين اعتبار ڪريون جيسين ڪا اسانکي پنهنجي مهانتا

جي وڏيڪ ثابتي ڏين. ڪيئن رڳو تنهنجي چوڻ تي ڪري بادشاهہ کي چئون تہ توکي پنهنجو لشڪر سونپي. پوءِ ڪهڙي خبر اهي سڀ چٽ ٿي وڃن." ويچاري جي رضي هئي تہ ڪا ڪرامت بازي هلائي. تنهنتي جيئني اکيون ڪڍي پڪاريو "يا الله، آءٌ هتي پائٽيرس ۾ شايد ڪرامتن ڪرڻ واسطي موڪلي ويئي آهيان. منهنجو ڪم آرلينس سان، اوڏانهن هڪواريءَ روانو ڪريوم سهين، پوءِ ٿوري فوج ساڻ ڪريوم ڪي گهٽي، رنگ رنگيءَ جا ڏسبا تڏهن." تنهن هوندي بہ هنن سائين لوڪن پنهنجي پاڙون ڪين گهٽايو. ڏاڍي سوچ ويچار سان سندس جاچنا ڪيائون. پڇائون ٿيون تہ اڳي ڇا ڪندي هئي، ڪٿي جي آهي، ڪنهنجي آهي، ڇال چلگت ڪهڙي اٿس. مطلب تہ ڇهہ هفتا برابر هڪڙا اٿلائي ٻيا اٿلائين. هر طرح جي ماڻهن سندس پريکشا ورتي. نيٺ سيني کي پڪ ٿي تہ چڱي ۾ چڱي جهڙي ڇنڄي تهڙي آهي. ڇا سندس ايمانداري، ڇا سادگي، ڇا نهنائي، ڇا دل جي صفائي، ڇا پاڪيزگي! پنهنجي پاري ڪم جي پوري ڪرڻ ۾ پڪو ويساهہ ڏسي سڀ عجب ۾ پئجي ويا. ويتر جا وار وار چوي تہ اهو سائين جو سڏ اٿم تنهنکي ڪنهن جي مجال هئي جو رد ڏيئي سگهي. خوب تياري ٿي ۽ جيئنيءَ کي سندس منورٿ پوري ڪرڻ لاءِ روانو ڪيائون.

فرينچ لشڪر لاءِ نئي ضابطي جو سمو شروع ٿيو. گاريون گند ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي کي اجايا سجايا سخن چوڻ جو رواج بلڪل بند ٿي وين. ڌرمي سکيا بنان سڌارو ٿيڻ جو نہ هو، سو جيئني سيني سپاهين جي رڳن ۾ اهو اثر وڌو تہ هلون ٿا ڌرمي يڌ تي، ڪيئن جو پنهنجي ديس جي رکيا ڪرڻ آهي، پنهنجي ڌرم جي رکيا ڪرڻ. منجهائن شيطاني نفساني خيال ڪڍي ڇڏيائين ۽ اخلاقي نور سان ڀربور رکيائين. انهيءَ وقت سڄي لشڪر جي ماڻهن ۾ ويڙهہ جو جوش بہ جاڳيو ۽ سند هلت چلت بہ ڏاڍي سوڌي ٿي پيئي. پنهنجي هٿ ۾ ڪنائين هڪڙو جهنڊو: اصل آڪاش واڻيءَ ۾ سندس پيارن سنتن مارگريٽ ۽ ڪئٿرائين اٿين آگيا ڪئي هيس. انهيءَ جهنڊي تي حضرت عيسيٰ جي تصوير نڪتل هئي. هٿ ۾ دنيا جو گولو ۽ ٻنهي پاسن کان ملائڪ بيٺل ۽ اڇي ڪير جهڙي ڪپڙي تي ڪمل جي گلن جو نقش،

جو فرانس جي بادشاهت جي نشاني هئي. هيٺان سڀ جي هٿا ۾ اکر اُڪريل "Jesus Maria". اهو جهنڊو هردم ساڻس هوندو هو ۽ پاڻ جنگ ۾ اڪثري ترار ڪم ڪون آڻدائين. لشڪر جو عدد جملي 4 000 هوس. سواريءَ وقت سيني جي اڳ ۾ هوندا هئا پادري، جي ايشور جي اپاسنا ۾ شبد ۽ ڀڄن چوندا ۽ آرتيون ڪندا ويندا هئا. ڏهيازي ۾ دفعا سندس جهنڊي هيٺ سڀ پادري ميڙ ڪري پرارٿنا ڪندا هئا ۽ سپاهين کي اتي ٻيهڻ جي موڪل تڏهن ملندي هئي، جڏهن صاف دل سان پنهنجا ڏوهه بخشائي ايندا هئا. اهڙي دستور ساري فوج ۾ نهايت سڌارو ٿي ويو.



28 اپريل آرلينس جي سامهون اچي وارد ٿيا. هن ننڍڙي ڪتاب ۾ سڄي ويڙهه جو بيان ڏيڻ ممڪن نه آهي، مگر ڪي مکيه ڳالهيون پڙهندڙن اڳيان پيش ڪبيون. جيئنيءَ پهچڻ شرط انگريزن ڏانهن قاصد روانو ڪيو ته "هاڻ وڌيڪ وڙهڻ اوهان لاءِ اجايو آهي، تنهنڪري اشرافت سان هٿي پاسو ڪريو. جيڪڏهن ڪل خوشيءَ سان نه مڃيندا ته زور زبردستيءَ سان فرانس مان تڙي ڪڍندي سانوَ. پر جي هنيئر پيش پوندا ته اوهانتي رحم ڪبو. ملڪ جو حقي وارث چارلس آهي، اِها گهر اصل سڳوري ڏٺي جي آهي ۽ هن ڪنيا جي پرسڌ ڪيل آهي." انهيءَ خط تي انگريزن ڏاڍيون هاسيون ۽ ٺٺوليون ڪيون. جيتوڻيڪ هن ضعيف پتلي زرهه ڍڪيل ڪنيا کي هيئن جنگ جي ميدان ۾ ڏوڪيندو ايندو ڏسي سندن دل جي همٿ هارجڻ لڳي، ته به ڪيس گارين ڏيڻ ۾ وسون ڪين گهٽايائون. ٿوري گهٽي ڏينهن دشمن کان رستو ڪٽي جيئني آرلينس جي قلعي اندر

لشڪر سميت گهڙي. منجهند جو وڳڙو هو ۽ البت آرام ۾ هئي ته انگريز لشڪر اچانڪ اچي هڪڙي مکيہ جڳهہ تي حملو ڪيو. هن ديويءَ کي اڳيئي پرون پيئون هيون تہ حملو ٿيڻو آهي پر اها گم نہ هيس تہ ڪٿي. سو حملي جو اچا فرينچ ماڻهن کي سماءُ ئي ڪونہ پيو تہ هيءَ ننڍ مان ڇرڪ ماري اٿي. چي "نالي الله جي ٻڌايوم تہ ڪهڙي هنڌ انگريزن ڪاهہ ڪئي آهي. مونکي منهنجي آسماني سڄڻن اٿاريو آهي پر اها خبر نہ ڏني اٿن تہ ڪهڙي هنڌ وڃان." سندس ماڻهو واٽڙا ٿي ويا تہ الاجي ڇا ٿي چوي ۽ اجان زره ٻهري گهوڙي تي چڙهي ئي ڪين تہ حملي جو آواز اٿيو. پوءِ تہ وڄ جي چمڪاٽ وانگي دشمنن تي ڪڙڪي. سندس اُتي وارد ٿيڻ ۽ فرينچ سپاهين جو خوشي ۾ هل مچائڻ ۽ ويچارن ڏهڪايلن انگريزن جو همٿ هاري پٺي وڃڻ. قلعي جو اهو پاڱو سلامت بچيو ۽ انگريز سپاهي جي قيد ٿيا، تن جي جيئني چڱي طرح پرورش ڪرائي. انهيءَ کان پوءِ ڪي ڏينهن وري نهپر ٿي ويئي ۽ وري ٻيو دفعو جيئني دشمن ڏانهن نياپو موڪليو. هن خط جو مضمون اڳين جهڙو ئي هو. فقط ڪنهن قاصد هٿان ڪونہ موڪليائين پر هڪڙي تير جي ڇهنب سان ٻڌي هنن جي لشڪر گاهہ ڏانهن روانو ڪيائين ۽ ايترو سو وڌيڪ لکيل هو تہ "هي پڇاڙيءَ جو آهي دفعو جو اوڏانهن لکان ٿي. شاهہ شاهوڪاري خط نٿي موڪليان جو منهنجو اڳيون قاصد گئين توهان پاڻ وٽ نظر بند ڪري رکيو. اهو موٽايو تہ آءٌ بہ اوهانجا قيد ٿيل موٽايانو." انگريز سپاهين اهو تير ڪٽي خط ڪڍي ڏاڍي شور مان وٺي پڪاريو "ڊافن جي وهاريل وٽان خبر چار آئي آهي!" اهي ٻڇرا لفظ جڏهن هن پوتر ديويءَ جي ڪن تي پيا تڏهن اچي روئڻ ۾ ڇنڪي ۽ سائين کي وينتي ڪيائين تہ "من سيتل ڪريم." پوءِ تہ سنتئي نري پيئي.

ڇهين مئي جي سارو ڏينهن ڏاڍا جاکوڙا ڪڍيا هئائين ۽ سڄي ڏينهن جي سخت لڙائيءَ کان پوءِ بہ هڪڙا ٻاهريان قلعا هٿ ڪيائين. پير ۾ جان تان ڦٽ ٿي پيس ۽ تڪ بہ ڏاڍو اچي ورايس، تڏهن لاچار ٿي آرام طلب ٿي، پر سمهڻ کان اڳي پنهنجن ماڻهن کي تاڪيد ڪيائين تہ "سپاٽي پرهہ ڦٽيءَ سان اُٿڻو اٿو، اڄ کان بہ وڌيڪ ڪشش ڪڍڻي اٿو. رهجو پنهنجي پر ۾

خبردار جو سپاٽي منهنجي بدن مان خون وهٽو آهي". سويل صبوح جو شيوا پوڄا ڪري لشڪر ساڻ وني باقي رهيل قلعن هٿ ڪرڻ لاءِ ڪاهي پيئي. اهي هئا پل جي چوڏاري. جيسين اهي فرينچن کي نہ مليا آهن تيسين آرلينس جو ڇوٽڪارو ڪون سمجهبو. ڪيئن جو سڄي آمدرفت جي روڪ ٿي ٿين. پر جي اُهي قلعا ٿا فرينچن جي هٿ چڙهي وڃن تہ پوءِ انگريزن جو آرلينس وٽ وڌيڪ بيهڻ محال. سويل صبوح کان وني جيئنيءِ ڪاهہ شروع ڪئي. انگريز بہ ڏاڍي اورچائيءَ سان بچاءَ واسطي پتين کي ڇهتي پيا. بيشمار ڏاڪڻيون رکي فرينچ مٿي چڙهڻ لڳا. مٿان تيرن، پالن، گرزن، ۽ باروت جي گولين جو بہ ڦهڪو پي پين، پر مڙس پرواهہ ئي ڪانہ ڪنس، ڄڻ تہ پڪ ٿي ويئي هين تہ امر آهيون. ڏاڍي خونريزي ٿي ويئي. قلعي جي پٽ تي فرينچ سورما پير رکن ئي ڪين تہ ڏون هيٺ درياهہ ۾ ڪريا پيا آهن. جيئني هر هنڌ حاضر



پنهنجو جهنڊو هٿ ڪيو بيٺي ماڻهن کي همٿائي. چوڌطرف سندس "شاباس شاباس". جو آواز پي پيو. منجهند مهل جهڙو ڏاڪڻ ڪپائي پاڻ چڙهندي ٿي ويئي تهڙو اوچتو ڪو دشمن جو زهري تير لڳي ويس، جو ڪلهي جو زرهہ ڦاڙي آرپار لنگهي هٿ کن ٻاهر پنيءَ تي نڪري بيٺس. البت ڏمڪجي ويئي ۽ انگريزن جن سمجهيو ٿي تہ ڏائڻ آهي، سي ڏاڍيون خوشيون ڪرڻ لڳا تہ هاڻ سندس رت وهايو اٿئون، سو ويس سڀ جادوگري جي ڪلا. هيءَ ويچاري ايشور جي داسي اهڙي تہ سائين جي ڀڳتيءَ ۾ پريل هئي جو سيڪنهن قسم جي پرم ۽ سنسي کان وون ويندي هئي. ماڻهن ۾ اهو خيال هوندو هو تہ ڪو منتر جنتر يا ڦيٽو پڙهائبو تہ ڦٽ جو رت بند ٿي ويندو،

سو هن کي بہ اها صلاح ڏنائين پر انهيءَ ڏانهن ڏاڍي نفرت سان نهاري عام ملم پٽي لڳائي وري گهوڙي پيئي جنگ ۾. پر ڳچ وقت جو لاچار پري ٿي هئي سو فرينچن جي دل هارجي ويئي هئي، تڪجي پيا هئا ۽ چوڻ لڳا تہ هن ڪنن ڪم ۾ تہ مهينا لڳي ويندا. سچ اچي لهڻ تي بيٺو هو ۽ مشهور فرينچ سردار ڊيوناءِ پنهنجي لشڪر کي حڪم ڏيڻ تي هو تہ "موٽ ڪائو، وري ڪم کي سڀاڻي ڏسبو." ايتري ۾ هن ديوي وٽس وڃي اچي عرض ڪيو تہ ٿوري مهلت ڏي تہ رنگ ڏيکاريائين. ائين چئي ماڻهن کان پري هڪڙي ايڪانت جي هنڌ پاءُ ڪلاڪ ڪن ڪنهن ڌاک جي منهہ هيٺ آراڌنا ڪري باهہ جهڙي برندڙ لعل منهن سان جهنڊو پنهنجو وري نئي سر کڻي اچي پل جي ڪنڊ تي کوڙيائين. انگريز سپاهي جن جي ليکي تہ هن ڏائڻ کي چٽ ڪيوسين، تن جون بہ بہ ويون، ڇهہ بہ ويون. ڏنائون تہ جيئري جاڳندي بيٺي آهي. سو امالڪ وني پاتائون اندر قلعي ۾ ڊڪ. سندس ماڻهن جو ڏنو تہ هيئن بي پرواهہ يڪي سر جهنڊو هٿ ۾ ڪيو بيٺي آهي، سي هڙ هڙ ڪري اچي ساڻس شامل ٿيا. تن کي چيائين تہ "نگاهہ رکجو تہ منهنجو جهنڊو ڪيڏي مهل ٿو پٽ جي چوٽيءَ کي لڳي. جڏهن اهو وقت آيو تڏهن وڏي پيڪي سان چيائين هاڻ ڪاهي پئو اندر. سڀ جيءِ اٿو. پوءِ تہ تير ڇا، گوليون ڇا! ڪنيڙا ڪريَ ٿي ليکيائون. انگريزن جو باروت ويو کپي، سو ويچارا هنن شيرن جي سٽ نہ جهلي سگهيا. جان بچائڻ واسطي پچي ويا پل ڏي تہ لتاڙي بئي پر وجي نڪرون. پل کي وري فرينچن وني ڏني هئي باهہ، سو هلن وجن ڪيڏانهن. جيئني کي هنن جي حال تي رحم آيو ۽ انهن جي سردار کي پڪاري چيائين گئمسدبيل، گئمسدبيل کڻي آڻ مچ. انهيءَ مٿين پروردگار جي آڻ مچ. تو ۽ تنهنجي ماڻهن مونکي وئيشا (ڪجري) ڪري ٿي سڏيو پر مونکي اوهان تي ديا ٿي اچي". هنن هٿيان ٻڌس بہ ڪين، پچاڙيءَ تائين وڙهندا رهيا. پوءِ تہ ڪي ترار جو ڪاچ ٿيا تہ ڪي باهہ جي وگهي ويا ۽ باقي بچيل وري درياهہ جو بک ٿيا. اهو ڀيانڪ رنگ ڏسي جيئنيءَ جي دل پچي ويئي. وار وار سائين وٽ وينتي ڪيائين تہ سندس آتمائن تي ديا ڪج.

آرلينس جو ڇوٽڪارو ٿيو. گهر گهر خوشيون ٿي ويون. انهي ڏينهن

چراغ بازيءَ ڪري سجو شهر نہ ئي بريو پر پرسان جا لاٽر ندي هئي سا بہ شمعن جي تجلي ۾ پلتيل سون ٿي ويئي. دهل دماما، ساز گانا سڀ ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ مان بہ پيا پڌا. هنڌ هنڌ گل جي ورکا ٿي ويئي ۽ جتي جتي ڪو ماڻهن جو ميڙ ٿي مڙيو تہ ان رڳي جيئنيءَ جي واهہ واهہ پي ڪيئي. برابر پنهنجو وعدو پوريو ڪيائين. آرلينس جا بند خلاص ڪيائين ۽ انگريزن کي اهڙي شڪست ڏنائين جو وري فرانس ۾ ڪنڌ نہ کڻي سگهيا. اجان جنگ ۾ گهڙيئي هفتہ کن مس ٿيو هوس نہ هن سترهين ورهين جي ڪنيا اهو پد وڃي پاتو جو جنرل ولف ابيرهام ڪئيبڪ جي چوٽين تي پاتو يا جو



رابرٽ بروس سڪاٽلنڊ ۾ بئناڪبرن جي جنگ ۾ پاتو. دنيا جي وڏين پندرهن جنگين مان هڪڙي کٽيائين ۽ پنهنجي جنم ڀومي، جو نيتارو ڪيائين.

سوپاري شوينيڪ ديويءَ جي سورمتا جي هاڪ ديس ديسانتر پکڙجي ويئي. سيني جو ائين چوڻ هو تہ "ايشور جي موڪليل ديوي آهي." سڀ فرينچ سردار توڙي رئيس سندس اڳيان سر جهڪائڻ لڳا. ڪنهن جي مجال نہ هئي جو سندس آکيا النگهڻ ڪري. پر ايتري وڏائي ۽ استتي ۾ هن ريدارڻ جو مغز ڪونہ ڦري ويو. پهرين مدعا سندس برابر ارلينس هو پر تنهن کانپوءِ اجان پنهنجي ڊافن جي رهيمس شهر ۾ تاجپوشي ڪرائڻي هيس ۽ آخرين فرانس جي گاديءَ جو هنڌ پئرس هٿ ڪرڻو هوس. ڊافن سندس سوڀ جي خبر پڌي ڏاڍو خوش ٿيو پر جڏهن جيئني زور رکيس تہ هاڻ وڏي هل رهيمس شهر ڏانهن تڏهن بزدلي وني ويس. چي انگريزن جو لشڪر وات تي اجا ڪي قلعا هٿ ڪيو بيٺو آهي. ٿورن ئي ڏينهن ماهي بہ هن شير دل ڪنيا پنهنجي قبضي ڪيا. جارگو شهر جو قلعو هٿ ڪرڻ فرينچ ماڻهن کي

ڏاڍو ڪنن تي لڳو. جنهنڪري سنڌن سردار ٻي ٻڏا ترپا تہ گهيرو ڪريون يا نہ. تنهنتي جيئنتي اچل سان چين تہ "سوپ جي سورهان ئي آنا پڪ آهي. جي اها خاطري سائين سگوري وٽان نہ مليل هجيم ها تہ چو پنهنجا رڍن ٻڪرين جا ڌڻ ڇڏي اچي جيءُ جنجال ۾ وجهان ها؟" انهيءَ جوش تي لشڪر اڳتي وڌيو. جنگ ڏاڍي سخت ٿي لڳي تہ هي ديوي اچا ڏاڪڻ پٽ تي رکي جهنڊي سوڌو مٿي چڙهي تہ هڪڙو پٽر اچي مٿان ڪريس ۽ ويچاري ڊيري تي پيئي زمين تي. فرينچ منجهي ٻيهي رهيا. جڻ تہ جنهن معجزي جي آڌار تي بيٺي لڙيا سو کسجي وين. ساري ميدان ۾ چپ چپان ٿي ويئي تہ اماڻڪ ڇڻ ڇڻ ڪري اٿي تي ڪڙي. چي "جئي جئي. جنم ڀوميءَ جي جئي. ڏارين دشمن جي ڪئي. وڌو اڳتي سڄٽو. ڪاهي پئو ويرين تي. انگريزن تي ڏمريو اٿو ڏيهہ ڏٽي. اوهين همٿ جهليو. ڪلاڪ اندر اسين اهو قلعو هٿ ڪنداسين." وچن سنڌس بہ هڪ تڪ! فرينچن جو نئي سر جولان سان ڌوڪڻ ۽ انگريزن ۾تاڪوڙو پوڻ! هڪڙي اڌ ڪلاڪ ۾ ڪوڪو تي ويا. چون ٿا تہ اتڪل سنڌن هزار کن ماڻهن جو انهيءَ هنڌ نقصان ٿيو. جارگو قلعو فتح ڪري پٽتي جي شاهي جنگ ۾ انگريزن جي مشهور مهندار ٽالبو آوشرو زبري کي سخت شڪست ڏنائين ۽ قيد ڪيائين. جڏهن ٽالبو کان پڇائين تہ "ڪئين. ڪڏهن خواب خيال هوءِ تہ هڙي عقوبت ٿينديئي جو تو جهڙي شينهن کي هڪڙي ضعيف زال اچي مات ڪندي" تڏهن ڪنڌ هيٺ ڪري جواب ڏنائين "قسمت جي بازي."

اتان جي سڌو رخ رکي ها پئرس ڏانهن تہ اهو بہ جهٽ سنڌس ئي قبضي اچي وڃي ها ۽ پوءِ هڪدم ملڪ مان ڌرت ٽري وڃي ها. پر نڪي ڊافن ۽ سنڌس صلاح ڪارن جي اها راءِ هئي. نڪي ڪي جيئنتي کي آڪاش واڻين اهو سر ڏنو هو. سنڌس هيئنر پڪو مدعا هو رهيمس ۾ ڊافن چارلس جي تاجپوشي ڪرائڻ. تيڏانهن رواني ٿيڻ ۾ بہ هن چلهي بادشاهہ اڌ مهيني جي دير ڪئي. جولائي مهيني جي 17 تاريخ چتر ڌاري ٿيو. سنگهاسن تي وهاري جڏهن پوتر تيل مٿس وجهي چٽ رکيائينس تڏهن خوشي ۽ آنند ۾ پرجي سنڌس گوڏن اڳيان نئڙي چيائينس "شاهاڻا شاهہ. ڏئيءَ جو حڪم

هوم تہ آرلينس کي چوٽڪارو ڏيئي توکي هتي رهيمس ۾ وٺي اچي ملڪ جو مالڪ پرسڌ ڪريان. اهو ڪم هينئر پورن ٿيو. فرانس ديس تنهنجو آهي ۽ تون انهيءَ جو سچو بادشاهہ آهين."

اهي سندس سادا وچن ٻڌي حاضرينن جي دلين تي ڏاڍو اثر ٿيو ۽ ڪيترا سندس نمرتا ۽ ڀاوَ ڏسي پلجي ويا ۽ اچي روئڻ ۾ ڇٽڪيا. تواريخن ۾ ڏنل آهي تہ جڏهن پاڪ پرور حضرت عيسيٰ جو جنم ٿيو تڏهن هڪڙو ٻڍو سائمن نالي ايشور جي جو ڀڳت، جنهن کي اڳي ئي پرون پيئون هيون تہ پيغمبر امت جو راکو ۽ سونهون سرشٽيءَ تي پڌاربو آهي سو ڪٿان جو کهي آيو انهيءَ بالڪ جو درشن ڪرڻ جنهنجي ڏني کي سندس مشهور اکر چيل آهن. جن کي لئٽن ٻوليءَ ۾ Nune Dimitis چون ٿا ۽ جنهنجو مضمون هي آهي تہ "هي مالڪ پروردگار، هلڻ جو مون تنهنجي رسول جو درشن وٺي مڪتيءَ جو مول پاتو آهي، سو بس وڏيڪ هتي جيوت جو کپ ڪون اٿم. ڪوني ونيم پاڻ ڏي."



جيئنيءَ جو بہ ڪم هينئر پورو ٿيو. وڏيڪ پئرس يا ڪنهن بي سوپ جو خيال نہ ڪري هوند موٽ وري ڳوٺ جي غربت ڏانهن ڪائي ها تہ ڏاڍو چڱو. پر ورڌاتا جا انگ ٻي طرح ورايل هئا.

تاجپوشي جي ٻي ڏينهن يعني جولائيءَ 18، ڊافن، جيئني ۽ سارو لشڪر پئرس تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ روانو ٿيڻو هو پر انهي ئي ڏينهن ڊيوڪ آف برگنڊي جو اصل فرينچ رئيس هو پر وڃي انگريزن جو پڪشيائي ٿيو هو، تنهن ڊافن سان پنهنجي ناهہ ڪرڻ لاءِ ڪي ايلچي موڪليا.

ڊافن ۾ سندس وزير وسهي ويا. جيتوڻيڪ جيئنيءَ وار وار چين تہ "نسورو دولاب اٿو". هوڏي جيئني چوي تہ پئرس تي ڪاهي، اهو هٿ ڪري سڄي فرانس کي ڌارين دشمنن کان هڪ واري آجو ڪري ڇڏيان تہ هيڏي وري برگنڊي چوائي موڪليو تہ صلح جو پهريون شرط اهو تہ پئرس کي ڏينهن منهنجي قبضي ۾ رهندو. چارلس ڊافن پنهي ڌرين کي ٿي راضي رکيو. بر گنڊيءَ کي چوائي موڪيائين تہ "بلاشڪ پئرس پنهنجي قبضي رک" ۽ جيئنيءَ کي وري چيائين تہ "هائو، لشڪر ساڻ ڪري پئرس تي ڪاهي وڃ". واهہ جي استادي هليو! شاهاڻي دغا ۽ ويساهہ گهاتي جو هڪڙو عجيب مثال ٿي ڏيکاريائين. سندس صلاحڪارن ليکي بہ برگنڊي جي ڳالهہ اول، پوءِ جي انهيءَ جي پورائي ڪرڻ ۾ هن ديويءَ جي ناموس ۽ جند ويئي تہ مر وڃي! واهہ شڪر گذاري! واهہ قدر شناسي!

پئرس تي ڪاهہ لاءِ جيئني تيار ٿي پر لشڪر رڳو باهرين طور وڙهڻ جو ڏيک ڪيو. اندروني تہ فرينچ رئيس سڀ برگنڊيءَ سان ملت ۾ هئا، سي هڪدم اٿي پيا. جيئني ويچاري گهڻو ئي پڪاريو، رڙيو رنو، ورلاپ ڪيا، ڪنهن ٻڌس ئي ڪين. ويچاري دل شڪستي ٿي موٽي، اندر ۾ آنڌ مانڌ هيس تہ ڪٿي گاديءَ جي هنڌ ۾ پير وجهان تہ جئي جئي ڪار ٿي پوي. پنهنجي سر ڏيڻ کان تہ ڪونہ ٿي ڊني، پر هينئر رکي رکي آڪاش واڻي ايندي هيس تہ خبردار ٿج، متان انگريزن جي ور چڙهي قيد نہ ٿي پوين. انگريزن تہ دلي بادلي اشتهار گهمايو هو تہ هي ڏائڻ هٿ اچي تہ جيئري باهہ ۾ جلايونس. اهو خيال جو جيڪر ڪهڙي بہ مهاوير کي ڏڪائي ڇڏي سو جيئنيءَ ليکيو بہ ڪين. وڙهندڙن جي اڳ ۾ ۽ ڀڄندڙن جي پٺ ۾، اها هئي هن ڪنيا جي سورمتا.

ڪيترا مهينا تہ ويڙهہ جي ڪم ۾ گهل پئجي ويئي. نيٺ 23 مئي جي ڪامپيني شهر هٽ ڪيائين. پريان ڳچ پنڌ تي برگنڊي ۽ انگريزي لشڪر وري همہ صلاح ٿي اچي چپ ماري لڪا هئا. جيئني اٽڪل 400 ماڻهن سميت شام جي وڳڙي ديوار جي ٻاهران واءُ ساءُ لهڻ لاءِ نڪتي تہ اوچتو گهاتي جهنگ ۾ لڪل دشمن گهيرو ڪري ويس. سندس ڪيترا

ماڻهو ته ٻيچ پائي اتي پڳا ڪيئن جو برگنڊيءَ کي پنهنجو سمجهي ويٺا هئا. باقي ٻه چار جڻا ٻچيس جن مڙني کي دشمن ڪٽي سوگهو جهليو ۽ قيد ڪيو. جيئني کي ٻه زبردستيءَ سان ٻن تير اندازن گهوڙي تان گهلي ڪري هيٺ لاٿو ۽ نظر بند رکيو. ويچاري جي وار وار اها وينتي هوندي هئي ته جي ڪٿي جنگ ۾ هار ٿيم ته شال حياتي نه بچيم ۽ اتي ئي سنپورن ٿي وڃان! پر تقدير جو نوشتو ائين نه هو.

انگريز سپاهي خوشي ۾ ماپن ئي نه. دهلن دمامن سان. وني آبس لشڪر گاهه ۾. جتي ڊيوڪ آف برگنڊيءَ انهيءَ نيچ سوڀ ملهائڻ لاءِ ڏاڍيون دعوتون ڏنيون. چوطرف قاصد ڊوڙايائين ته "ڏائڻ" هٿ ڪئي اٿم. انهيءَ تي ڪوڙا. ڊوهي فرينچ سردار جن کي جيئنيءَ جو اوج ڏسي ڏاڍي ايرکا ٿي هئي. گد گد ٿيڻ لڳا. بلڪ رهيمس جو وڏو پادري (Archbishop) ٻه پنهنجي خوشي ظاهر ڪرڻ لڳو. پئرس جي مدرسي هڪدم



پڪاريو ته موڪليوس هيڏانهن ته مٿس مقدمو هلايون ۽ هن جادوگرڻ کي ماڻهن ۾ جادن ۽ ڪامڻ وجهڻ جي جوڳي سزا ڏيون. انگريزن برابر اڳيئي چيو هو ته جي هٿ ٿي اچيئون ته جيڙي اگن حوالي ڪنداسونس، پر هنيئر سندس برخلاف جا پهرين چوپچو ٿي سا فرينچن وٺان، خاص ڪري فرينچ پادرين منجهان. ڳچ وقت ويچاري بنديخاني ۾ هئي، اتي ڏاڍي عاجز ٿي. پلا حياتيءَ مان بيزار سو هڪ لڳا جهجهڪي لڳيس سو وني قيد خاني جي برج تان ٽپو ڏنائين ته پرزا پرزا ٿي وڃان پر قدرت صاحب جي، سندس وار ٻه ونگو ڪون ٿيو. فقط ڪجهه وقت بيهوشيءَ ۾ پئجي ويئي. نومبر مهيني ۾

نيٺ ڪيس روئين شهر آڻي لوهي زنجيرن ۾ ٻڌي ڪري هڪڙي اونداهي ڪوٺيءَ ۾ هنيائون. پهري تي ڇڏيائونس انگريز سپاهي جن کي ڪئين دفعا ويڙهه ۾ ڪکري وانگي اڏايو هئائين. انهن جهنگلين کي هينئر ڪسرن ڪڍڻ جو وجهه مليو. جيئني جو چوڻ هو تہ "انهن سپاهين جي ٻچڙي هلت ڪري اهو بنديخانو دوزخ ٿي لڳم. ڏينهن رات گارين جو ٺهڪو پيو پيم. سندن هڪڙي وڏي امير سٽئفورڊ خنجر ڪڍي اقٽ مارڻ لاءِ اولاريم. هڪدم ڇاتي ڪڍي ڏنيمانس جو انهيءَ کان وڌيڪ مونکي ٻيو ڇا کپندو هو. پر ٻي امير وري روڪ ڪيس." جڏهن هڪڙي معزز امير جي هيءَ ڪڌائي هئي، تڏهن عام اناڙين سپاهين جون عقوبتون ڇا هونديس! نيٺ ڪيس آڇ ٿي تہ "انجام ڪر، پوءِ ڪين وبنديئن تہ پوءِ سر تان زنجير لاهيونءِ" انهيءَ انجام ڏيڻ کان انڪار ڪيائين. بلڪ ائين بہ چوڻ لڳي تہ جي هينئر آزادگي هجيم تہ هينئر جو هينئر ڪي ساٿي ساڻ ڪري انگريزن تي حملو ڪري، ملڪ مان تڙي ڪڍان. دل جي همٿ ۽ سچائي انهيءَ کان وڌيڪ ڪهڙي ٿيندي آهي؟ برابر پنج مهينا عذاب سٺائين پر پنهنجي خيال کان هيٺ نہ لٿي. سربسٺ ناري! وڏي ۾ وڏائي تنهنجي انهيءَ ڪنن سمي ۾ هئي!

سنہ 1431ع جي ٽين جنوري بووي جي پادريءَ اڳيان مٿس مقدمو هلڻ شروع ٿيو. انگريز دربار وٽان فرمان آيو هو تہ "جي انهيءَ مقدمي ۾ بي ڏوهڻ ثابت ٿي تہ وري اسين پنهنجي قبضي ۾ رکنداسونس، پر ڇڏي ڪين ڏينداسونس." شايد اهو ارادو هئن، تہ جي اتان بہ بچي تہ پوءِ درياهہ ۾ ٻوڙي ڇڏينداسونس. هي مقدمو بہ ساري پرٿويءَ جي اتهاسن ۾ جي ناميارا مقدما ٿيا آهن. تن مان هڪڙو هو. ديويءَ جو اندريون ٻل ۽ همٿ ڪير ڊاهي سگهي! جيئن ستائيندڙن جي پيڙ گهٽي، تئين پاڻ دل سندس وڌيڪ بهادر. هڪڙي پادري پڇيس تہ "جڏهن انگريزن جي رتو ڇاڻ پي ٿي، تڏهن تون حاضر هئين" جواب ڏنائين "هائو هائو، اها تنهنجي ساڏيڻ پاڻ وٺ رک. ڇو نٿي انگريز اسانجو پيارو ديش فرانس ڇڏي موٽي پنهنجي ملڪ ويا." تنهنتي هڪڙي انگريز سردار جا وچن آهن "ٻيلي واهہ! آهي سا بيشڪ مهاوين جي مجلس ۾ مور! رڳو جي اسانجي انگريز قوم جي هجي ها تہ قربان وڃونس

ها." ڏاڍي تاڻ لڳائي ٻينس تہ "ڊافن جي کھڙي ڳجھارت سليئي" پر انھيءَ ڳالھہ تي اھڙو ڪجي، جھڙو سنگمرمر جو بت. توڙ تائين بادشاھہ سان وفاداري ڪيائين. جيتوڻيڪ ھن گڻ چور ويچاريءَ سان ڪين رھائي. ڪراني دين جا علما چونس تہ "اسان اڳيان سيس نواءِ تہ تنھنجو فيصلو ڪريو." جواب ڏنائين تہ "سيس سائين سڳوري اڳيان نوائيندس. سزا يا انعام جيڪو اھو ڏيندم سو مٿو ڪري ڪٽنديس." ڪل مٿس ٻارھان تھمتون رکيائون، مثلن ڪفر، جو چوي ٿي تہ آڪاش واڻيون سنتن جون ھيون پر حقيقت ڪري ھيون شيطان جون، ٻيو زال ٿي مردانا ڪپڙا ڍڪيائين، ٽيون تہ اھي ڪپڙا ڍڪي پوڄا ۾ شامل ٿي، چوٿون پنھنجي شيطاني جھنڊي تي پاڪ حضرت عيسي جو نالو وڌائين. پنجون تہ پاڻ کي خدا جو الھام ڏنل قاصد چواراياائين. ازين قسم ٻيون بہ.



مقدمون اڃان ھلندڙ ھو تہ جيئني اچي سخت بيمار پيئي. 18 اپريل تي سندس منصف پادري صاحب وٽس تشريف فرمائي تہ "پربوڌ ڏيئي ٿو سنئين پير تي اٿيانس" چيائين تہ "پنھنجا ڏوھہ قبول ڪر ۽ زار زار روئي پڇتاءُ ڪر تہ پوءِ توکي جدا ڪوٺي ۾ ڪي ورھيہ رکبو. جتي تنھنجو پاري پڇتاءُ ڏسي سائين مھر ڪري معافي ڏيئي. جي اٿين نہ قبوليندينءَ تہ جيئري آگ ۾ جلائينداسونءِ." ڪن جو چوڻ آھي تہ پڪ ڪن جيئني برابر وسھجي ويئي ۽ چيائين تہ چگو اٿين ڪنديس. پر انھيءَ پلڪ جي گمراھہ ٿيڻ جي پڪي خبر ڪٿي بہ ڪان آھي. پادري صاحب نراس ٿي موٽيو. 28 مئي ساري سڀا جي اڳيان پريل آواز سان پڪاري چيائين تہ "حيف آھي مون کي

جي ائين چوان تہ مونکي سائين سڳوري ڪون موڪليو هو. منهنجي پيارن سنتن مارگريٽ ۽ ڪئٿيرائين جي آڪاش واڻين وار وار چيو اٿم تہ انهيءَ ڳالهہ تي اَچل رهجاءِ." 30 مئي تي چيائونس تہ ڪلي بزار ۾ نڪري ظاهر ٿي تہ سرڪاري ڪامورن جي حوالي ٿين، جي توکي جلائي خاڪ ڪندا. تنهنتي چيائين. "افسوس، جو بت منهنجو هميشہ پوتر ۽ سڳنڌ پربو رهيو، تنهنکي هئڙي پيانڪ طرح چٽ ڪندا. اي منهنجا مٺيان نياءُ ڪاري سڳورا ڏٺي، هنن عذابن جي دانهن رڳي توکي ئي تي ڏيان." بزار ۾هڪڙي اتاهين جاءِ تي ڪري بهاريائونس. سامهون سندس بي مٿاهين جاءِ تي ڪانين ڪانن جو ڍڳ ڪري رکيائون. هڪڙو شاهي ڪاغذ ڪري چوڏاري ٻڌائونس، جنهنتي هي اکر لکيل هئا "هي آهي جيئني، جا پاڻ کي ڪنيا ٿي سڏائي، پر آهي سچ پچ ڪوڙي، ڪارو ڪبر، جادوگرڻ، پرمن پريل، ڪافر، حضرت عيسيٰ جي مذهب کان منهن موڙيندڙ، هنيلي، ٻتاڪڻ، وئشيا، شيطان سان مليل، ماڻهن کي پنيلائيندڙ ۽ تفرقا وجهندڙ." هڪڙو هڪڙو اکر هو نسورو ڪارو ڪوڙ. وري هڪڙو ڪاغذ جو چٽ ناهي مٿي تي وڌائونس، جنهن تي لکيل هو "بت پرست ڏائڻ، جادوگرڻ ۽ڪافر." اوڏي مهل وري پادري وعظ ڪيس جو بيني سانت ۾ ٻڌائين. پوءِ فتويٰ پڙهيائون. تنهنتي جيئني گوڏا کوڙي سائين سڳوري،حضرت عيسيٰ ۽ پاڪ مرئي ۽ ٻين سيني سنتن جي آراڌنا ڪئي. سانت ۾ سيني کان معافي وٺي چيائين تہ "جيڪي مون سان ڪربو ٿا تنهنٰ لاءِ ڏٺي بخشيندوَ." انگريز ايتري دير سهي ڪين سگهيا. تن وٺي هل مچايو تہ هاٽي اچلايوس باهہ ۾. اوڏانهن گهلڻ تي لڳس پر پاڻ ٽپ ڏيئي خوشي ۾ ڪانين جي دڳ تي ائين چڙهي ويئي جيئن آرلينس چارگو جي پتين جي ڏاڪٽين تي. چيائين تہ صليب ڏيوم تہ انهي ۾ نور نچويان. تنهنتي هڪڙي سپاهي ٻن ڪاني جي ٽڪرن جو ناهي ڏنس، ڏاڍي پاوَ سان وٺي چميائين، ڏسي زار زار رنائينس، پوءِ ڪٽي چاتيءَ سان لاتائينس. اتي سندس ٿوري پڻ پڻ ٻڌڻ ۾ آئي تہ "افسوس، روئين شهر، منهنجي موت ڪري پويان توتي ڏاڍي ڦٽ لعنت ڪندا." وري بہ چيائين "جيڪي بہ مون حياتي ۾ ڪيو سو پاڪ پروردگار جي حڪم موجب، جيئن مونکي سندس

پهتلن سنتن وٽان پروڙ پيئي." عجب ڪون هو جي اهي سنت اوڏي مهل بہ سندس آتما جا سهائڪ ٿيا بيٺا هئا، جو هي رتي ماتر بہ لوڏائمان نہ ٿي. پڇاڙيءَ جو وڏي آواز سان ڇرڪندڙ باهہ وچان پڪاري چيائين "عيسي." اتي سندس مٿڪو آگ تڪر ٿي پيو ۽ هيءَ ايشور جي پٽري پنهنجي پوتر پتا جي سندر پري ۾ وڃي پهتي. صاف دل واري جي دل باهہ بہ نہ ساڙي سگهي. دنيا ۾ هن ديوي جو قدر ڪون ٿيو.دنيا ڇا ڄاڻي اهڙي املهہ ماڻڪ ماڻ! مر تہ اهڙي پاپ پوميءَ ۾ هن جواهر جو نشان ئي نہ ليي. تنهنڪري انگريزن بہ سندس ساري خاڪ ڪٺي ڪري سين درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏي.



جيئني تہ وڃي پرلوڪ پڌاري. پر هنن ڪاسابن جو ڪهڙو حال ٿيو؟ انگريز بادشاهہ جي سيڪريٽري ڏاڍي نااميدي مان پڪاريو تہ "يارو، اسانجو حال ڪون اٿو. هڪڙي مهاسنت کي ناس ڪيو اٿئون. مون کي پڪ آهي تہ سندس آتما ايشور جي گود ۾ سمايل آهي ۽ اسين سڀ جي هن جي موت لاءِ سعيڪار هئاسين، سي نرڪ اڌڪاري ٿيا آهيون." ساڳي وقت وري ٻي بزرگوار ڏاڍي اڪير سان چيو "اڙي، جي منهنجي آتما بہ هن سنت سان ساٿي هجي تہ هوند ڏاڍو چڱو." هڪڙي انگريز سپاهي جو چوڻ هو تہ ديوي جلندڙ باهہ مان ڪبوتر جي سروپ ۾ اڏامي ويئي آسمان ڏانهن. هوڏانهن وري جلاد ويو دک ۾ هٿ مهتيندو.چي "پيم دوزخ جون باهيون سر تي جو هڪڙي وڏي اولياءَ کي جيئري جلايو اٿم." اها دشمنن جي سوچ رڳي پلڪ ماتر هئي. جيئن باهہ اجهامي تيئن هنن جو جوش بہ اجهامي ويو. اندر سندن هو ڪاڏل سو هڪ

بي پنيان ويا هارائيندا. هوڏي وري فرينچ ماڻهن جو جوش نئي سر جاڳيو. تن ستتئي انگريزن کي پنهنجي ملڪ مان تڙي ڪڍيو. ويهه ورهيه انهي حادثي کانپوءِ يعني 1450 سنہ تائين ماڻهن هڪ ٻي پٺيان ٻي شاهديون گواهيون ڏنيون تہ جيئني برابر هڪ پوتر ديوي هئي. پوءِ پوپ پائس ڏهون برابر چانيهن سالن جي سخت جاچنا کانپوءِ پنهنجي فتوي ڏيئي چڪو تہ برابر سچي سورمتا ۽ اتم درجي جي گڻن جو پندار هئي. تازو اپريل سنہ 1901 جي روم ۾ سينٽ پيٽرس ديول ۾ وڏي مجلس جي روبرو پوپ صاحب ظاهر ڪيو تہ "هيءَ پوتر ڪنيا پريمشور جي پيارن مان آهي."

---

ڪتاب: جيني 'جون آف آرڪ' فرانس جي ناري. مصنف: پروفيسر ليجو مل ڪرمچند شهاڻي
ڇپائيندڙ: سنڌ ساهت سوسائٽي، حيدرآباد، 1915ع



"جون آف آرڪ" کي موت جي سزا
ڏيندڙ ڪورٽ جو چيف جج

**پندرهين** صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾، شاهي حڪمرانيءَ جي دوران، پڳل پريل گهرن تي مشتمل "وائيني" درياهہ جي ڪنارن تي، "شنان" جي ڪوٽ ۽ شهر جو هڪ منظر آهي. رياستي آفيسر ڪٽل ڪپڙن ۽ جهربل جاين ۾ رهندي بہ، هلنديءَ آهر رعب تاب رکيو بيٺا آهن. انهن گهرن جو اڪثر فرنيچر جيڪو ملڪ وٽ گروي رکيل آهي، سا نهايت ڪني، ڪٽربل ۽ ڦٽل ڪپڙا پهريل آهي، ۽ بي فائدي در وٽان قرضين جو انتظار ڪندي، بک ۾ پاهہ ٿيڻ کان بچڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. چالاڪ درٻاري، جن کي هڪ ٻئي جي خلاف سازشون ڪرڻ ڪانسواءِ ڪجهہ نٿي آيو، تن ڪُرڪندي ڪسڪندي رڳو ڪنهن بهتر نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ جتن پئي ڪيا. بلڪ انهيءَ المياتي انتظاميا ڪانسواءِ هڪ ٻي هچا پڻ موجود آهي، ۽ سو آهي لفڙو، ڏچڻو، فضول ۽ هڪ پوڪ شخص، يعني اڃا تائين تاج کان محروم، ۽ پر فرانس جي اقتدار جو وارث "چارلس ستون". جنهن تي هرڪو ڦٽڪار ڪندي، مٿس ٺوڪون ٺو ڪري، ۽ سندس حلال زادگيءَ بابت سوال ٺو اٿاري. ڪيس هر وقت پوءِ آهي تہ درياهہ جي پرينءَ پر بيٺل خوفناڪ فوجي، ڪنهن بہ وقت هن کي "شنان" واري سندس شانائتي گهر مان لوڏي ۽ هڪالي ڪڍي سگهن ٿا.

فرانس جي سڄي تواريخ ۾ ڪنهن بہ بادشاهہ سان اهڙي جُٺ ڪانہ ٿي هوندي. هينري پنجين جي سوپن، انگريزن کي اڳ ۾ ئي قبضي ۾ آيل

بينڪن ڪانسواءِ، فرانس جي "لوئير" نالي علائقي جي اتر تائين، هر شيءِ جو والي وارث بڻائي ڇڏيو آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ مهل فاتح هينري مري چڪو هو ۽ سندس معصوم پٽ، جنهن کي اجا تائين "سينٽ ريمي" واري پاڪ تيل جو مک ئي نہ ڏنو ويو آهي، (جنهن کان پوءِ هو اصولي طور تي فرانس جو بادشاهہ بڻجي سگهي ٿو) تنهن کي بهرحال اعلانيہ بادشاهہ ظاهر ڪيو ويو آهي. هوڏانهن وقت جي ڪيترن ئي بادشاهن کان وڌيڪ امير،٠سگهارو ۽ زور آور نواب، يعني "ڊيوڪ آف برگنڊي" پڻ حملي آورن سان ٻِٽ بيٺو آهي انهيءَ کان سواءِ چارلس جي تخت جي دعويدار سندس سڳي جرمن ماءُ ۽ ڪل ٽڙيل چارلس ڇهين جي بيواهہ "ازابيو" پڻ انگريزن جي مدد ڪندي، کليو کلايو چئي رهي آهي تہ سندس پٽ جي جسم ۾ شاهي رت جو هڪ ڦڙو بہ موجود ڪونهي ۽ سندس انهيءَ دعويٰ لاءِ هن جي ڪردار کان واقفيت رکندڙ، اعتبار ڪرڻ ۾ ڪابہ هٻڪ محسوس نٿا ڪن.



انهيءَ دوُر ۾ جڏهن بظاهر ائين پئي محسوس ٿيو تہ سڄو فرانس تباهہ ۽ برباد ٿي چڪو آهي. اوچتو هڪ معجزو ٿي پوي ٿو. عين ان وقت جڏهن فرانس ۽ انگليند وچ ۾ سوَ سالہ جنگ جي تباهہ ڪارين جي نتيجي ۾، فرانس جي مٿان انگريز راڄ واضح نظر پئي آيو ۽ فرانسي شاهي ڪٽنب "ڪئپٽين" جي سلطنت آخري پساهن ۾ هئي. تہ ملڪ ۽ بادشاهيءَ کي هڪ ٻهراڙيءَ جي هارياڻي نينگريءَ بچائي ورتو.

هن نينگريءَ جو نالو "جون آف آرڪ" هو، جيڪا 1412ع ۾ هڪ وچولي آبادگار ۽ "ميوز" جي علائقي ۾ "ڊومرمي" نالي ڳوٺ جي چڱي مڙس

جي گهر پيدا ٿي. جيتوڻيڪ هوءَ هڪ اٽپڙهيل نينگري هئي پر تڏهن به ديندار هجڻ سان گڏ، ذرڪَڻَ ۾ هوشيار ۽ والد کي ڪڪڙن ۽ رڍن جي سنڀال ۾ هٿ ونڊائيندي هئي. سندس گهر "برگنڊي" ۽ فرانس ۾ اڌ سرحد جي هڪ پاسي ۽ اڌ ٻئي پاسي هو، تنهن ڪري هوءَ ننڍپڻ ۾ ئي ماتر ڀومي ءَ مٿان آيل اگرين گهڙين کان ڀليءَ ڀت واقف هئي.

جڏهن "جون" اجا 12 ورهين جي مس هئي ته هن واضح ڪيو هو ته کيس خداوند جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو آهي، تنهنڪري هن پڪو پهه ڪيو ته هوءَ سڄي عمر ڪنواري ٿي رهندي ۽ پوتر زندگي گذاريندي. بهرحال بعد ۾ به ڪئين سال هوءَ اهي ڳجها آواز ٻڌندي ۽ ڪي جلوا پسندي رهي. جن سندس انهيءَ ويساهه کي پختو ڪيو ته هن جي زندگيءَ جو اصل مقصد ديس جي آزادي وٺڻ ۽ "ريمس" جي تواريخي ديول ۾ حقدار بادشاهه جي تاجپوشي ڪرائڻ هو. پر "جون" جون اهي ڳالهيون سندس ساٿين توڙي والدين کي فضول ۽ عجيب لڳنديون هيون. اهي ڳالهيون ٻڌندي سندس والد، جيڪو ڳوٺ جو ڏنگو مڙس ۽ عقلمند شخص سمجهيو ويندو هو، تنهن جو چوڻ هو ته هو پنهنجي ڌيءَ کي اهڙن ڇتپائين ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ بدران پاڻيءَ ۾ ٻوڙي ماريندو. ٻئي طرف "جون" به پنهنجي ارادي تي پختي بيٺي هئي ۽ ڪابه شيءِ کيس روڪي نه سگهي. 1428ع ۾ جڏهن "جون" جي عمر 16سال ٿي ته هوءَ "رابرٽ ڊي بارڊ ريڪورٽ" وٽ پهتي ۽ فرانسي بادشاهت جي ولي عهد (Dauphin) طرفان "واڪولوئرس" شهر تي حڪومت ڪندڙ انهيءَ حاڪم کان "شنان" جي لاءِ هڪ فوجي جٿي جي طلب ڪئي. اهو ٻڌي رابرٽ حيران ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته هو هڪ عام رواجي ۽ سادو سپاهي هو ۽ جيڪو انهيءَ قصي کان ڪڏهن به متاثر ٿيل نه هو ته فرانس جي هن نينگريءَ کي سينٽ مائيڪل، سينٽ ڪئٿرين ۽ سينٽ مارگريٽ جهڙين پوتر هستين جو درشن حاصل ٿيو آهي. جن انهيءَ نينگريءَ تي فرانس کي ڌارين جي قبضي کان آزاد ڪرائڻ جي ذميواري رکي آهي. مطلب ته هن اهڙي چسپائيءَ کان روڪيندي کيس واپس گهر موڪلي ڇڏيو.

ٻئي طرف "جون" پنهنجن احساس جي سچي هئڻ واري دعويٰ تي بلڪل پختي بيٺل هئي، تنهنڪري ابتدائي ناڪاميءَ ڪانپوءِ بہ هن دل نہ لاٿي. هن هڪ دفعو ٻيهر رابرٽ تائين رسائي حاصل ڪئي ۽ نيٺ سندس ڪجهہ ساٿين کي قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي. جنهن جي نتيجي ۾ ڪنجهندي ڪُرڪندي هن ڪيس سندس مرضيءَ مطابق مقصد جي تڪميل لاءِ هڪ جٿو فراهم ڪيو. 1429ع تي هوءَ مرداڻو لباس اوڍي، پنهنجن ڇهن معتقدن کي ساڻ ڪري، ڪنيا"شنان" ڏانهن رواني ٿي.

هن نينگر جون مشڪلاتون تڏهن ڪجهہ وقت لاءِ حل ٿينديون نظر آيون، جڏهن شديد مايوسيءَ ۾ ورتل ويڙهيل بادشاهہ چارلس، جيڪو ڪنهن ڏنڊلي اميد جي سهاري بہ ڪو ڦاهو ڦڪڻ لاءِ تيار هو، تنهن سندس شاندار آدر ڀاءُ ڪيو، ۽ ساڻس هڪ خانگي ملاقات ۾ "جون" ڪيس تخت جي حقداريءَ جي پڪ ڏيارڻ سان گڏوگڏ هن کي پنهنجي الهامي مقدس مقصد کان بہ آگاهہ ڪيو. جنهن کي هيستائين هوءَ لڪايو پئي آئي. سو چارلس انگريزن جي گهيري هيٺ آيل فرانسي علائقي "اورليئنس" جي ڪمان پنهنجي ٻناڪي فضول جنرل"لاترميولي" جي جڳهہ تي "جون" کي سونپڻ جي هڪ شرط تي آڇ ڪئي تہ پهريائين هوءَ "پوئيٽرس" جي پوتر جڳهہ تي مذهبي اڳواڻن آڏو پنهنجو پاڻ کي پيش ڪري، سندن اعتراضن جون وضاحتون ڏئي ۽ پوءِ "اورليئنس" وڃي. ڇاڪاڻ جو انگريز فوج اتان کان گهيرو توڙي "لوئر" جي ڏاکڻي علائقي تائين پهچڻ تي گهريو.

اهو ٻڌي هوءَ سڌو "پوئٽيرئس" پهتي، جتي مذهبي اڳواڻن کي مطمئن ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ چارلس بہ پنهنجو انجام پورو ڪيو. آخرڪار 28 اپريل تي اچي زرهہ مٿان پنج صليب پائي (جن لاءِ هن اڳڪٿي ڪئي هئي تہ اهي "سينٽ ڪئٿرين ڊي فربائيس" جي ديول ۾ ملندا ۽ اها دعويٰ درست بہ ثابت ٿي) "الينڪون جي نواب کي ساڻ ڪري ۽ پادرين جي جلوس جي پٺيان چار هزار جنگي جوڌن جي سرواڻي ڪندي، "اورليئنس" جي قلعي جي دفاعي لشڪر جي مهندار "ڪائونٽ آف ڊيونوئس" سان اچي ملي.

انهيءَ پيش قدميءَ جو جيڪو نتيجو سامهون آيو، سو دنيا جي مڙني

جنگي داستانن ۾ عجب جوڳو مثال آهي. فرانسي فوج جيڪا انگريزن جي مسلسل سوڀ جي ڪري هيسبي پئي رهي ۽ منجهانئس ويڙهه جو جذبو ختم ٿي چڪو هو ۽ ايتريقدر جو انگريزن جي 200 سپاهين جي پيش قدميءَ به هزارين فرانسي سپاهين جي دل ۾ ڦڙڪٽي وجهي ٿي ڇڏي، سا صورتحال هن نينگريءَ جي اچڻ ڪانپوءِ بلڪل تبديلي ٿي وئي.هن پنهنجي متاثر ڪندڙ شخصيت، قائدانه صلاحيتن ۽ مقدس مقدر ۾ مڪمل ويساهه سان منجهن اهڙو ته اتساهه پريو جو هو ڊنل رڍن مان ڦري مڙس ماڻهو ٿي پيا. هو شهر مان ٻاهر نڪري اوچتو وڃي دشمن تي ٿي ڪڙڪيا، ۽ پوءِ هڪ هفتي تائين مسلسل فتحون ڪندا اڳتي وڌندا رهيا. آخرڪار انگريزن جي قبضي هيٺ آيل "توربليس" نديءَ جي پرينءَ پر قائم ڪيل بُرج تي، فرانسي جهنڊو ڦڙڪائي وجي دنگ ڪيائون. اها هئي "جون" جي پهرين اهم جنگي ڪارستاني. انهيءَ صورتحال ڪان اڳ ۾ "توربلس" مڪمل طور تي اجيت چونڪي سمجهي ويندي هئي، جنهن



کي قبضي هيٺ آڻي، هن جڻ ته اميدن جي بلنديءَ تي پهرين ڏاڪڻ رکڻ جو ڪم ڪيو. پوءِ ته هن حملن مٿان حملا شروع ڪري ڏنا ۽ پنهنجن جوانن منجهه بهادريءَ جو اهڙو روح ڦوڪيو، جنهن بابت ڇڙا 10 ڏينهن اڳ تصور ڪرڻ به ناممڪن هو. ها فقط هڪ پيرو هوءَ حملي جي هر اول دستي تان پوئتي هٽي، جڏهن دشمنن طرفان هلايل تير سندس ڪلهي ۾ اچي لڳو. پر سو به نهايت مختصر وقت لاءِ، يعني جيستائين سندس زخم جي ملم پٽي ٿي سگهي. جيئن ئي سندس ملم پٽي ٿي ته هوءَ پنهنجي جاءِ تي وري اچي

واپس ڇمي بيٺي ۽ عين ان وقت جڏهن فرانسي جنرل "ديوليس" کي انهيءَ ڏينهن "تورپلس" تي قبضو ناممڪن پئي لڳو ۽ هو ائين سمجهندي فوج کي پوئتي هٽائڻ وارو هو ته "جون" سندس انهيءَ خواهش کي رد ڪرڻ لاءِ کيس وڌيڪ جوش ڏيارڻ ۽ همٿ ڏني. نتيجي ۾ کين ڪاميابي حاصل ٿي. جڏهن فرانسي فوجون "تورپلس" ۾ داخل ٿيون ته هن جنگي سورميءَ جو جهنڊو سڀني کان وڌيڪ اونچو نظر آيو. هن جنگ ۾ انگريز سالار "گلئز ڊئل" پنهنجن همراهن سميت بُرج جي اوربان، جنگ جي طوفان هيٺ آيل پل جي جهرڻ ڪري، وچ درياهه ۾ ٻڏي مئو. پر جون سڀني کان جدا ٿي سندن روحن لاءِ پڻ رحم جي دعا گهري. بهرحال اهڙي طرح جي بي پناهه همٿ سان "اورليئنس" کي انگريزن جي قبضي کان بچايو ويو. هن لڙائيءَ جا نتيجا فرانس جي حق ۾ نهايت ئي شاندار نڪتا. جو ته انهيءَ فتح کانپوءِ ته چڪر ئي ڦري چڪو هو. هاڻي فتحمند "جون" جي دليريءَ ۽ بي جگريءَ ڪري انگريز سپاهين جو هينئون هارجي چڪو هو. سنت ئي "جارجيو" ۽ "بيوگينس" جا شهر به "جون" جي فوجن جي قبضي ۾ اچي ويا. انگريز جنگي سالار سر جان "فاستولفي" کي "پيٽي" جي محاذ تي هار نصيب ٿي ۽ فرانس جي ولي عهد شڪر گذاريءَ ۽ سرهائيءَ سان هن سورميءَ جو "لائنس" جي شهر ۾ آدر ڀاءُ ڪيو.

انهيءَ کانپوءِ جون محسوس ڪيو ته هاڻي وقت اچي چڪو آهي ته هوءَ بادشاهه چارلس کي ساڻ ڪري "ريمس" شهر وٺ پهچي، ۽ 900 سالن جي پراڻي روايت مطابق سندس تاجپوشي ڪري. تنهن کانپوءِ خاص تيل مکي (Anointed) بادشاهه سندس مدد سان، پنهنجي راڄڌانيءَ جو قبضو وٺي، ۽ پوءِ انگريزن کي فرانس جي سموري سرزمين تان لوڏي ڪڍجي.

"برگنڊي" جي ٻهراڙين کان "ريمس" تائين، "جون" جي فوج جي پيش قدمي هڪ جس جوڳي سوڀ هئي. انهيءَ وچ ۾ "باگزيري" وارن بنا مقابلي جي آڻ مڃي. جڏهن ته "ٽراءِ" وارن طرفان ٿوري ٽڪي مقابلي کان پوءِ هٿيار ڦٽا ڪيا ويا. نيٺ 14 جولاءِ تي شاهي سوارن جو جٿو پنهنجي منزل کي پهتو. ٻن ڏينهن کانپوءِ تاجپوشيءَ جي موقعي تي ڏند ڪٿائي شهنشاهه

"فئرامونڊ" جي دؤر کان روايتي طور تي بادشاهن جي ڇهري تي مهٽجندڙ پوتر تيل بادشاهه جي چارلس کي مکيو ويو، ۽ ان کانپوءِ تاج پوشي جي رسم جي بجا آوريءَ لاءِ گھنڊن ۽ توتارن جي گونج ۾ مک پادري "رينالڊ ڊي چئٽرس" ۽ فرانس جي مها پادريءَ جڏهن چارلس جي مٿي تي تاج رکيو ته "جون" سندس پير ۾ ويٺي رهي.

انهيءَ تقريب جي پڄاڻيءَ کانپوءِ، "جون" رڙ ڪندي بادشاهه سان مخاطب ٿي، ۽ چيو: "اي اسان جا معزز بادشاهه، هاڻي خدا جي رضا پوري ٿي. جنهن جو ارادو هو ته آئون "اوريلئنس" تان دشمن جو گهيرو ٽوڙايان، ۽ اوهان کي سلامتيءَ سان "ريمس" جي شهر پهچايان ته جيئن اوهان جي سر تي فرانس جو تاج سونهي. هاڻي انهيءَ رب سائينءَ ڏيکاريو آهي ته اوهان ئي فرانس جا اصل والي آهيو ۽ فرانس جي راڄڌاني فقط اوهان جي ملڪ آهي."



انهيءَ سان گڏ ئي "جون" جي ڪم جي پڄاڻي ٿي ۽ ڪيس انتها درجي جو مان ۽ مرتبو حاصل ٿيو. انهيءَ سوڀ کان وٺي سندس اندر جي روشني سدائين منور رهي. پر هاڻي ڪيس ڪن بين ماڻهن جي ڪڌن ڪرتوتن جي ڪري ناڪاميون به نصيب ٿيڻيون هيون. بادشاهه چارلس، جيڪو هڪ گُوناڻي نينگريءَ جي جرئت جي نتيجي ۾ سُستيءَ جي ننڊ مان اٿي، اتساهه ۾ آيو هو سو تخت ملڻ کانپوءِ بيهر روايتي عياشيءَ تي لهندي دل من هٽڻ لڳو ۽ فيصلي جي قوت کان محروم ٿي پيو. "جون" جو خيال هو ته هاڻي بنا ڪنهن دير جي پئرس تي حملو ڪيو وڃي. پر ٻئي طرف بادشاهه "فلپي آف برگنڊي" سان بي

مقصد ڳاليهون ڪرڻ شروع ڪيون تہ جيئن ڪيس انگريزن جي مقصدن جي پورائي کان پري رکي سگھجي. انهيءَ وچ ۾ "ڪميني"، "ٽيلنس" ۽ "بيووياز" جا شهر چارلس جي فوج جي قبضي هيٺ آيا. "بيووياز" منجهان "پائري ڪاشون" نالي ان پادريءَ کي تڙيو ويو، جنهن اڳتي هلي "جون آف آرڪ" واري تواريخي مقدمي ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيو.

بادشاهہ آڏو وڏي جدوجهد ڪانپوءِ آخرڪار "جون" کي من جي مراد پوري ٿيندي نظر آئي ۽ ڪيس پئرس تي حملو ڪرڻ جي اجازت ملي وئي. پر ڪن سببن جي ڪري اهو حملو بري طرح سان ناڪام ٿيو. دراصل هن مهم ۾ "جون" جي پويان چارلس پنهنجي منهن ويٺي منصوبہ بندي ڪئي. هو "برگنڊي" جي فوج تي حملو ڪرڻ کان لنوائي رهيو هو، ۽ گڏوگڏ "جون" کي فوج پڻ ناڪافي مهيا ڪئي هئائين. جيتوڻيڪ پوءِ بہ "جون" جي همٿ ۽ قيادت هميشہ جيان عظمتن جا آڪاس ٿي ڇهيا پر افسوس جو هوءَ اڪيلي رهجي وئي. ڪانئس سواءِ هر ڪنهن جي دل پٺي پئي هئي. بهرحال انهيءَ جنگ دوران هوءَ وڙهندي گهائجي پئي. نتيجي ۾ "پورٽ سينٽ هونوري" تي ڪيل حملو بري طرح سان ناڪام ويو ۽ فرانسي فوج کي ناهوڪي سيڪت ملي.

انهيءَ ڪانپوءِ "چارلس" "جون" ۽ سندس ڪٽنب جو مان رکندي سندس ڳوٺ کي محصول کان تہ آجو ڪري ڇڏيو، پر هن "جون" جي طلب پوري نہ ڪئي، جيڪا هئي تہ ڪيس فوج ڏني وڃي تہ جيئن هوءَ فرانس کي ڌارين جي قبضي کان پاڪ ڪري سگهي. بهرحال هوءَ پنهنجي نڪمٽائپ تي ڪامڻ ۽ پڇرڻ ڪانسواءِ ڪجھہ بہ نٿي ڪري سگهي. پر جڏهن ڪيس سڌ پئي تہ انگريز ۽ برگنڊيءَ وارا گڏجي، سندن پڪن اتحادين يعني "ڪمپيني" وارن ڏانهن وري رهيا آهن تہ هوءَ بنا دير جي گهوڙي تي سوار ٿي، سندن مدد لاءِ شهر کان نڪري پئي. پر شهر جي ٻاهران هڪ اوچتي راتاهي ذريعي هوءَ "جان آف لڪسمبرگ" هٿان پڪڙجي پئي، ۽ بدنام زمانہ "بيووياز" جي لوڏيل پادري "ڪائو شان" جي برغلائڻ ڪري، (جيڪو "جون" هٿان ٿيل بي عزتي جي باھہ ۾ پچري رهيو هو) ڪيس انگريزن وٽ وڪيو ويو، جيڪي ڪيس ڏائڻ سمجهندا هئا. هنن جو خيال هو، تہ ڪيس فرانسي پادرين جي

گهٽائيءَ سان نهيل هڪ ديني عدالت ۾ پيش ڪري مٿس مقدمو هلايو وڃي. انهيءَ خواهش مان اصل مقصد اهو هو ته جيڪڏهن اها "الهامي ۽ ديني عدالت" کيس قصور وار نهرائي ٿي ته پوءِ انگريزن جي سوچ مطابق هوءَ انهن ماڻهن جي نظر ۾ ڪري پوندي جيڪي کيس "الله واري" ٿا سمجهن. جنهن ڪري هوءَ وڌيڪ ماڻهن جي دلين تي راج نه ڪري سگهندي.

جون تا ته مٿس مقدمو هلائڻ لاءِ، 40 چوندن مذهبي عالمن تي ٻڌل ٽربيونل قائم ڪئي وئي، جنهن جو سربراهه سندس شديد دشمن "ڪئوشان" کي مقرر ڪيو ويو. جڏهن ته ڏوهه جي پڇا لاءِ سوئنجهٽو (Inqui-sitor) "جين ليميسٽر" بڻيو. هن عدالت ۾ "جون" مٿان جادوگري ڪرڻ ۽ ڏائڻ پڻي سان گڏوگڏ مروج مذهبي قدرن خلاف بغاوت ڪرڻ جو الزام مڙهيو ويو. سندس پڪڙجڻ ۽ مارجڻ جي وچ ۾ سڄو سارو سال گذري ويو، پر انهيءَ سڄي عرصي ۾ بادشاهه چارلس کيس بچائڻ لاءِ ڪک پڇي به ڀيٽو نه ڪيو.



هن مقدمي بابت وڌيڪ تفصيل ڏيڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي، چاڪاڻ ته هيءَ سڄي ڪار گذاري عدالتي دنيا ۾ هڪ هيبتناڪ مذاق جهڙي حيثيت ٿي رکي. ڪئين هفتن گذرڻ ڪانپوءِ پهريائين سڄي خلق آڏو ۽ بعد ۾ جيل ۾ (جتي لونيي قسم جا سپاهي سندس محافظ هئا) ڪائنس ڪنورتا پريل پڇا ڳاڇا ڪرڻ سان گڏوگڏ مٿس بيشمار حقير ۽ باراڻا الزام مڙهيا ويا. "جون" تي مکيه 12 آروپ لڳايا ويا. جن مان سڀ کان اهم هئا ته سندس خيال شيطاني هئا ۽ هن جون اڳ ڪٿيون ڪوڙيون هيون. هن مرداڻو لباس اوڍي، عورتاڻي سٽ جي عزت خاڪ ۾ ملائي ڇڏي هئي. ۽

اهو بہ تہ هن جي دعويٰ آهي تہ هوءَ ڪليسا جي صاحبن جي خلاف خدا تعاليٰ وٽ دانهين ٿي آهي.

"ڪائوشان" جو مقصد فقط اهو هو، تہ هو "جون" کان ڏوهہ جو اقرار ڪرائي. انهيءَ دوران هڪ منصف جڏهن ڪيس جي ڪارروائيءَ کي غير قانوني قرار ڏنو تہ ڪيس مورڳو پنهنجي ذميواريءَ کان ئي آجو ڪيو ويو. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ "جون" طرفان پوپ کي استدعا ڪرڻ جو حق بہ کائنس ڦريو ويو.

بهرحال هن سڄي دکدائڪ رونشي دوران "جون" ڌيرج جو دامن نہ ڇڏيو ۽ سندس ڳوناٽي حاضر جوابيءَ معزز جج صاحبان کي بار بار آپي مان باهر ڪڍي پئي ڇڏيو. ڪارروائيءَ دوران "بيپوئري" نالي هڪ جج جڏهن کائنس پڇيو: تہ "ڇا سندس آواز سان گڏ خدائي روشني بہ شامل آهي؟" تہ هن وراڻيو: "توکي ياد رکڻ کپي، تہ روشني رڳو تو مٿان ئي نٿي پوي." ٻئي موقعي تي، جڏهن هڪ پڇا ڳاڇا ڪندڙ کائنس پڇيو: تہ "سينٽ مارگريٽ" ساڻس هم ڪلام ٿيندي ساڻس ڪهڙي ٻولي ٿي ڳالهائي؟ تہ "جون" جواب ڏنس: "هن مون سان فرانسي ٻولي ۾ پئي ڳالهايو ۽ سندس ٻولي تنهنجي زبان کان گهڻي بهتر هئي." جڏهن بار بار مرداڻي ويس پائڻ واري "بي حيائي ۽ نافرمانيءَ" بابت کائنس سوال ڪيا ويا تہ هن سادگيءَ پربل عقلمنديءَ سان صاف صاف واضح ڪيو تہ هوءَ هڪ اهڙي قيدياڻي هئي، جنهن جي زندگي فحاش انگريز سپاهين جي وس هئي ۽ ان مان ئي حياداريءَ جي جهلڪ پسڻ ڪافي هو.

ان هوندي بہ هر شيءِ جي سهڻ جي هڪ حد ٿيندي آهي. "جون" بہ آخرڪار انسان هئي. هن جي برداشت بہ هڪڙي ڏينهن جواب ڏئي ٻيهي رهي. سندس همٿ ٽٽي پئي ۽ هن خاموشيءَ سان ڪيل سيني "گناهن" جي اقرار نامي تي پنهنجي صحيح ڪري ڇڏي. دراصل "ڪئوشان" جي لاءِ اهو ڏهاڙو عيد جو ڏينهن ثابت ٿيو. نتيجي ۾ "جون" کي جنم ٽيپ جي سزا ملي، پر انهيءَ "معمولي سزا" انگريز ليڊر "ارل آف وارو وڪ" کي ڇيڙائي وڌو. هو "ڪئوشان" تي ناراض ٿيو تہ هن جون جهڙي ڏوهارڻ کي زندهہ ڇو

چڏيو؟ پر ڪئوشان جي ڪميٽائيپ جي حد بہ اڃا ختم نہ ٿي هئي. هن انگريز صاحب کي پڪ ڏياري تہ توهان ترسو، اسان "جون" کي ٻيهر بہ سزا ڏيندا سون. واه واه! هڪ غير جانبدار مک منصف جا ڇا تہ لفظ هئا؟!

بهرحال واعدي جي پڪي "ڪئوشان"، پنهنجو انجام پاڙيو ۽ انهيءَ سورهيائپ لاءِ هن هڪ وڏو ناٽڪ رچايو. ناٽڪ اهو هو تہ ڀهريائين تہ "جون" مٿان عدالت طرفان مرداڻو ويس اوڍڻ جي بندش وڌي وئي، پر سندس پڪڙيندڙن طرفان کيس پائڻ لاءِ ٻيا ڪي بہ ڪپڙا مهيا نہ ڪيا ويا ۽ نتيجي ۾ اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ کيس مرداڻا ڪپڙا پهرڻا پيا. بس انهيءَ ڳالهہ جي دير هئي.! مٿس "ڪبل گناهہ" کي ورجائڻ لاءِ هن غير معمولي ثبوت جو سهارو ونندي کيس "ڪفر کي ورجائڻ" جو مجرم ڄاڻايو ويو ۽ ايڏي "زبردست ڏوهہ" جي پاداش ۾ هن کي موت جي سزا ٻڌائي وئي.

30 مئي 1431ع تي "روئن" شهر جي مارڪيٽ واري چوسول تي هن "انصاف پربي ناٽڪ" جي پڇاڙي "غير متعصب" اختيارين ڪي، اعليٰ عدالت طرفان "جون" جي زندگيءَ جي خاتمي جي حڪمنامي ملڻ جي صورت ۾ ٿئي ٿي. جنهن خواهش تي عمل ڪندي هن کي ابدي ننڊ ڏني وئي. مرڻ کان پهرين "جون" پنهنجن قاتلن کان هڪ صليب جي گهر ڪئي،جنهن کي پورو ڪندي هڪ سپاهيءَ هڪبئي سان ٻڌل بہ ڪانين جا ٽڪرا کيس ڏنا، ۽ ان کانپوءِ مرڻ وقت پر واري گرجا گهر مان صليب کي سندس اکين آڏو آندو ويو. کيس زندهہ جلائڻ لاءِ جڏهن هن جي چوڌاري باهہ جا ڀيڙ پڙڪي اٿيا ۽ کيس پڻ چوڌاري وڪوڙي ويا تہ هن صليب کي پنهنجن هٿن ۾ وٺي فقط "مسيح!" جو لفظ اچاريو، ۽ پوءِ وڌيڪ هڪ حرف بہ نہ ڪڇيو.

البتہ ڇڪيا تي چڙهي رک ٿيڻ کانپوءِ بہ سندس دل ثابت سلامت رهي. جڏهن تہ سندس خاڪ کي روئن شهر جي پل تان بيهي "سين" درياهہ ۾ اڇلايو ويو.

"جون" جي شهادت کان 25 سال پوءِ عوام جي دلين ۾ هن جي ياد ٻيهر ڪر موڙي اٿي ۽ چارلس ستين جي حڪم هيٺ سندس مقدمي کي ٻيهر اٿلايو ويو. جنهن ۾ "ڪئوشان" جي ڏنل فيصلي کي رد ڪيو ويو.

جڏهن تہ لڳ ڀڳ 500 سالن کانپوءِ 1919ع ۾ "پوپ بينيڊ ڪٽ چوڏهين". "ڊومريمي" جي هن ڀهراڙيءَ جي نينگري کي ڪئٿولڪ ڪليسا جي خدائي سنتن (Saints) جي مهانتا سان پيتيو. البت پوين نسلن منجهہ "جون" بابت بيان جي بن تاثرن کي هيٺين بن حوالن سان ڏيندي پورو ڪجي ٿو. جن مانَ پهريون فرانس جي عظيم شاعر "لئمرتين" جو آهي. جنهن چيو: " جون آف آرڪ فرانسي حب الوطني جي پيغامبر، سورمي ۽ ساڌ هئي. هوءَ پنهنجي وطن جو شان، موک يا چوٽڪارو تہ هئي پر ساڳئي وقت حياءَ بہ هئي..... معصوم ڪنيا ۽ جوڌي "جون"، ڪنهن بہ محب وطن سپاهيءَ جي جهنڊي جو سونهندڙ اهڃاڻ بڻجي چڪي آهي.

ٻئي طرف ايماندار ليکڪ ۽ غير ضروري رومان پسنديءَ کان ڏور رهندڙ مهان ڪلاڪار برنارڊشا طرفان سنڌس پرشسنا يا ساراهہ بہ ڪا گهٽ ڪونهي. هن لکيو: "اسين "جون" کي هڪ هڙي سمجهدار ۽ ذهين ڳوناٺي نينگريءَ جي حيثيت ۾ قبول ٿا ڪيون، جنهن جو ذهن غير معمولي حد تائين سگهارو ۽ جسم جرئت ۽ همٿ جو اعلي مثال هو. هن جيڪو بہ قدم کنيو سو مڪمل طور تي ٺڪي ڳوتي کنيو، انهيءَ جي باوجود جو سچو طريقہ ڪار اپترو تہ تڪڙو هو، جنهن جي ڪيس شايد ئي اهڙي نتيجي جي سڌ هجي، ۽ ممڪن آهي تہ انهيءَ ڪري ئي هن مڙئي مدايون پنهنجي مٿان کنيون. پر ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ هوءَ انڌي من اڄل جي گهيري ۾ آيل جذباتي عورت نہ پر هڪ بهتر نيتي رکندڙ سورمي هئي."

---

حوالو: ڪتاب "سوچ جو سفر". سنڌيڪار ۽ سهيڙيندڙ: انعام شيخ ڇپائيندڙ: سنڌيڪا ڪيڊمي. 1996ع




انگريز حاڪمن کي فرانس خالي ڪرڻ لاءِ لکيل خط ۾
"جون آف آرڪ" جي دستخط



# اهم واقعا

1412 - 6 جنوري تي جون آف آرڪ جو جنم "ڏامريمي" ڳوٺ ۾ ٿيو.

1428 - جولاءِ مهيني ۾ "جون" جي ڳوٺ تي "برگنڊي" فوجي جٿن راتاهو هنيو.

1428 - 12 آڪٽوبر تي انگريز فوج "آرلينس" شهر جو گهيرو ڪيو.

1429 - 22 مارچ تي "جون" پنهنجي ساٿي "جين ارالٽ" کان انگريزن ڏانهن خط لکرايو ته "انگريزو! فرانس خالي ڪيو".

1429 - 7 مئي تي "جون" جهنڊو ڦڙڪائيندي قلعو ٽپڻ لڳي ته تير لڳس. انهي واقعي فرانسيسي فوجن ۾ نئون روح ڦوڪيو.

1429 - 11 ۽ 12 جون تي "جون" ۽ سندس فوج مختصر گهيري ڪانپوءِ "جارگنو" شهر تي قبضو ڪيو.

1430 - 23 مئي تي "جون" چند ساٿين سميت "ڪامپيني" شهر ۾ داخل ٿي جتي سانجهي جو برگنڊي فوجن هٿان پڪڙجي پئي.

1430 - نومبر مهيني ۾ "برگنڊي" فوجن "جون" جي ٻانهن ڏوڪڙن عيوض انگريز حاڪمن حوالي ڪئي.

1430 - 23 ڊسمبر تي "جون" کي "روئن" شهر آندو ويو. فرانس جي هن شهر تي انگريزن جو ڳچ عرصي کان قبضو هو.

1431 - 9 جنوري تي "جون" خلاف انگريزن مقدمو هلايو. هن کي سزا ڏيارڻ لاءِ انگريزن پادري ججن کي وڏيون رشوتون ڏنيون.

1431 - 30 مئي تي "جون" کي "ريم شهر" جي چواڻي تي باهه ۾ ساڙي ماريو ويو.

1456 - 7 جولاءِ تي پادري "بريهال" جي سربراهي ۾ ڪميٽي قائم ڪري "جون" جو ڪيس ٻيهر هلايو ويو. ججن فيصلو ڏنو ته "جون" شهيد آهي. هنن وڌيڪ چيو ته هن کي موت جي سزا انگريزن جي پٺو ۽ راشي ججن پنهنجي حاڪمن جي چُرچ تي ڏني هئي.

1920 - "چرچ آف روم" "جون آف آرڪ" کي هڪ "درويش" قرار ڏنو. هر سال "جون آف آرڪ" جو "فيسٽ ڊي" ملهايو ويندو آهي ۽ انهي ڏينهن جي نسبت سان فرانس ۾ مجتا طور ڪنهن ناريءَ کي "جون آف آرڪ" جو خطاب ڏنو ويندو آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَر جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)